 

# سورهه سنڌي ادب

Soorih Sindhi Adab

## صاحب خان سورهه ميراڻي

Cell No: 0344 3919786

0300 3404488

# انڪوائري آفيسر

شمس العلماء ميرزا قليچ بيگ

سنڌي ادبي بورڊ

حيدرآباد سنڌ.

ٽئين ڇاپي جو پهريون ايڊيشن ١٩٦٦ع تعداد ١٠٠٠
ٻيو ايڊيشن ١٩٧٣ع تعداد ٢٠٠٠

قيمت: ۴ رپيا

ملڻ جو هنڌ
سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال
گاڏي کاتو حيدرآباد سنڌ.

هي ڪتاب زينت پرنٽرس حيدرآباد ۾ ڇپيو ۽ مسٽر غلام رباني آگري سيڪريٽري، سنڌي ادبي بورڊ جي آفيس امين منزل گاڏي کاتي حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

## ناشر طرفان ٻه لفظ

ڪتابي ادب جي حفاظت ۽ بقاء جو دارومدار ڪتابن جي عام موجودگيءَ تي آهي. ڪي ڪي مذهبي ڪتاب برزبان ياد به ڪرايا ويندا آهن، ۽ انهن جي بروقت حفاظت جو اهو به هڪ طريقو آهي- پر ڪتاب مذهبي هجن يا خالص علمي ۽ ادبي، هڪ دفعو جيڪڏهن ڇپيا ۽ پوءِ ائين گم ٿي ويا، جو عام پڙهندڙن کي وقت سر انهن جو ملڻ ناممڪن ٿي پوي، ته چئبو ته آهي ڪتاب ۽ منجهن جيڪو ادبي سرمايو موجود هو، سو هميشه لاءِ چڻ فنا ٿي ويو.

زنده ٻوليون پنهنجي ادبي سرمايي کي ڪڏهن به ائين بيدرديءَ سان فنا ٿيڻ نه ڏينديون آهن- سندن ادبي شاهڪارن جا نوان نوان ڇاپا باقاعدگيءَ سان نهايت آب تاب سان هميشه نڪرندائي رهندا آهن.

افسوس آهي، جو اسان جي سنڌي عالمن ۽ اديبن، ادبي جماعتن ۽ علمي ادارن، اڄ تائين ان طرف ايترو ڌيان نه ڏنو آهي، جيترو ڪين ڏيڻ گهربو هو: نتيجو هي نڪتو آهي، جو اڄ سوَن اهڙن بيمثل سنڌي ڪتابن جا نالا وٺي سگهجن ٿا، جيڪي ڪنهن به قيمت تي پڙهندڙن کي هٿ نٿا اچي سگهن، ۽ ائين پيو

ڍانھجي، جڏھن اھي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪڏھن لکيائي ڪونہ ويا ھئا. ظاھر آھي تہ پنھنجي ادبي ورثي ڏانھن ايتري سردمھريءَ ۽ ان کان ايتري غفلت ۽ لاپرواھي نہ ڪڏھن معافيءَ لائق ٿي سگھي ٿي، ۽ نہ وري اُن جي ڪڏھن ڪا مناسب پورائي ٿي اسان کان ٿي سگھندي. پنھنجن وڏن جي ميڙيل چونڊيل اسلھہ ماڻڪن کي اُٿين ھٿن جي وڙتين مان واريءَ وانگر جيڪڏھن ھميشہ وڃائيندا ئي رھنداسين تہ آخر ۾ سواءِ خالي ھٿن جي باقي اسان وٽ ڇا وڃي بچندو، سا ڳالھہ سيڪو سمجھي ٿو.

سنڌي ادبي بورڊ، انھن ڳالھين کي محسوس ڪندي، ھڪ بنيادي مقصد پنھنجي سامھون ھيءُ بہ رکيو آھي، تہ ٻوليءَ جا پراڻا ڇپيل ڪتاب جنھن عزت ۽ احترام جي لائق آھن، تنھن عزت ۽ احترام سان ٻيھر ڇپائي شايع ڪيا وڃن، تہ جيئن سنڌي ادب ۾ انھن ڪتابن جي ھڪ دائمي حيثيت باقي رھي سگھي. انھيءَ مقصد جي پوئواريءَ ۾ بورڊ طرفان ڪيترائي ڪتاب جھڙوڪ: گل شڪر، حيات النبي، سير ڪوھستان، بلوڪوڪر، گل قل، جھان آرا، سون ورنيون دليون، راسيلاس، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، ھدايت الانشاء، گل، ايسپ جون آکاڻيون، زينت، سپا جو سينگار، خوديداوري، دلارام، مقالات الحڪمت، تحفتہ النسوان، شاھہ ايليا، فيروز دل افروز، نيڪي ۽ بدي، سچي محبت، گلن جي نوڪري، ٿي گھر،

جو سير ۽ سفر، ٽئلسمن عرف غازي، صلاح الدين، دلپسند قصا، باغ ۽ باغباني، حسنا دلدار ۽ دنيا دورنگي اڳي ئي ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن، ۽ هاڻي ساڳئي سلسلي جو هي نئون ڪتاب خدمت ۾ پيش ٿي رهيو آهي.

سنڌي ادبي بورڊ هن پنهنجي خاص اشاعتي پروگرام جو هڪ شعبو خاص اهڙن معياري مگر ناياب ڪتابن جي ازسرنو طباعت ۽ اشاعت ۾ مصروف رکيو آهي.

نهايت خوشيءَ جي ڳالهه آهي، ته انهيءَ پروگرام ماتحت ڇپيل ڪتابن مان ڪن جا ته ٻيان ۽ ٽيان ايڊيشن به بورڊ کي سال - ٻن جي عرصي ۾ وري وري شايع ڪرڻا پيا آهن. جنهن مان عوام طرفان بورڊ جي هن ڪوشش جي قدردانيءَ جو ثبوت ملي ٿو.

مناسب سمجهجي ٿو، ته هتي بورڊ جي انهيءَ پروگرام جي سلسلي ۾ هڪ خاص چيز جو ذڪر ڪجي، بورڊ اهي ناياب ڪتاب محض جيئن جو تيئن ڇپائي ڪونه ٿو پڌرا ڪري، بلڪ انهن کي لائق اديبن هٿان نئين سر سڌاري، طباعت ۽ ڪتابي اشاعت جي جديد تقاضائن موجب حتي الامڪان ناهي سينگاري، پوءِ شايع ٿو ڪري- ايتريقدر جو ڪتاب جي هنن نون ڇاپن جي افاديت ۽ اهميت ٻي خاص پنهنجي ٿيو وڃي ٿي.

بورڊ جو هي پروگرام ڪافي وسيع آهي، ۽ ان ماتحت سردست اٽڪل ٻه سؤ قديم خواهه جديد، مگر

ناياب تيل- ڪتاب شايع ڪرڻا آهن. اُميد آهي ته سنڌي ادب جا بهي خواهه، بورڊ جي هن ڪوشش کي همتائيندا، ۽ هن نيڪ مقصد جي تڪميل لاءِ بورڊ کي پنهنجي گرانقدر مشورن سان هميشه نوازيندا رهندا.

حيدرآباد سنڌ. سيڪريٽري،

٢٩- آگسٽ، ١٩٦٦ع سنڌي ادبي بورڊ

# انڪوائري آفيسر

## پردو پهريون

### مختيارڪار صاحب جي اوطاق

(مختيارڪار صاحب ڪٽ تي ويٺو آهي. اڳيان ڪلر پيو آهي. پنهي پاسي ڪرسيون رکيون آهن، جن تي شهر جا عملدار ويٺا آهن.)

مختيارڪار: ڏاڍي خراب ڳالهه تي، مون اوهان سڀني کي گهرايو ٿي اطلاع ڏيڻ لاءِ. ٻي وڏيڪ ڪهڙي ٻڇڙي خبر هوندي، ته انڪوائري آفيسر صاحب هيڏي ٿو اچي!

چيف ڪنسٽيبل: انڪوائري آفيسر؟

مختيارڪار: هائو، انڪوائري آفيسر، اها خبر ڪانه پئي اٿو؟ ڪمشنر صاحب بهادر هڪڙو نئون آفيسر مقرر ڪرايو آهي، جنهن کي اسپيشل انڪوائري آفيسر، يا انڪوائري آفيسر آن اسپيشل ڊيوٽي ٿا چون. ڪي ٿا چون ته نيتوهه (مقامي) مخفي اسسٽنٽ ڪمشنر مقرر ٿيو آهي؛ ڪي ڪمشنر صاحب جو نئون دفتردار ٿا چون. شايد اڃا پڪو نالو ٺهرايل ناهي؛ پر اها پڪ آهي ته مخفي کاتي جو آهي؛ ويس بدلائي چمڙاپوش ٿي ملڪ ۾ گهمندو، ۽ تعلقي تعلقي ۾ مخفي جاچون ڪندو،

خبرون چارون وٺندو، ۽ انهن بابت مخفي رپورٽون ڪندو. ڪمشنر صاحب کي گهڻن هنڌن کان ظلم جون دانهون پهتيون آهن. ڊپوٽين ۽ ڪليڪٽرن جي معرفت شايد پوري خبر پئجي نٿي سگهي، تنهنڪري هڪڙو نئون عملدار خاص انهيءَ جاچ لاءِ مقرر ڪيو اٿس، جنهن کي ڊيپوٽيءَ جو عهدو آهي. ماڻهو ته ڪو نئون ٻي هنڌان گهرايو اٿس. ڪو ڪچي ميمڻ ٿا چون. ڪي چون ٿا ته ڪو هندستاني يا دکني مسلمان آهي، پر ڏاڍو آزمودگار ۽ بگهڙ ماڻهو ٿا چون.

پوليس انسپيڪٽر: مون ڏي به اهڙو خط آيو آهي ته انڪوائري آفيسر مقرر ٿيو آهي ۽ ٿورا ڏينهن ٿيندا، جو ڪراچيءَ کان نڪتو آهي.

مختيارڪار: چون ٿا ته پهرين هن ڪنڊ کان ٿي پوندو، پوءِ ليڪچپ ۾ گهمندو گشت ڪندو، هيٺ ويندو. (ٿورو ماٺ ڪري) هاڻ ٿي سا جٺ!

چيف ڪنسٽيبل: برابر جٺ ٿي. هيستائين اسان جو تعلقو چٽو پيو هو. هوئن سنڌ جي هڪڙي ڪنڊ کان نڪو ٿي آيو نڪو ٿي ويو. جيڪي ٿي وٺيوسين سو ٿي کيوسين.

مختيارڪار: اها ڳالهه برابر آهي، جيڪي ٿي وٺيوسين سو پئي کيوسين، پڇڻ وارو ٿي ڪونه هو. پنهنجو حال هڪڙي کان ڳجهو ڪونهي، سڀ حاليائي آهيون. هن تعلقي جي اها تعريف پئي ٻڌي آهي ته سڀ ڪامورا نڌ‍مشت ۽ هڪٻئي سان تهيل آهن.

ڇا هندو ڇا مسلمان. سچي ماڻي پٺي آئي آهي ته سچي ماڻي پاڻ ۾ ونڊي پٺي ڪاڍي اٿون، ۽ جي ڪتان رکو ڇوٽو ملبو آهي ته به ٽڪر ٽڪر ڪري ٻٺي ڪاڍو اٿون. اوهان کي سڀ خبر آهي، وڌيڪ ڇيون کهڙيون ڳالهيون ڪريان.

پوليس انسپيڪٽر: (پين کي) خانصاحب سچ ٿو چوي، اها ڳالهه برابر آهي. هاڻ ڊپ به سين کي آهي.

اسڪول ماستر: هاڻ جيڪا صلاح، اسين سڀ اوهان جي حڪم ۾ آهيون.

مختيارڪار: کهڙي خبر هن ڪان اڪيٺي اچي وڃو هجي ته پر جي اجا نه آيو آهي ته به ضرور ايندو. کهڙي به مهل اچي نڪري. مسافر ٿي گهمندو سو ڪنهن کي ڪا خبر پوندي؟ ڪو سڃاڻندس ڇا؟ اسان سيني کي پنهنجا پنهنجا عيب سجهن ٿا، ڇٽل ڪوبه ڪونهي.

سيڪريٽري: پر سائين، انهيءَ آفيسر جي مقرر ڪرڻ جو کهڙو ضرور هو؟

مختيارڪار: ضرورتي ڪونه هو، پر اسان جي اعمالن جي شامت ڇٻي. اسان جي مٿان اها هچا پوٽي هني!

ڊاڪٽر: هي ڪمشنر صاحب ڏاڍو خبردار ٿا چون. مڙئي ڪا رت رڌي هونداڻين!

مختيارڪار: هاڻ وقت نه وڃائجي، ڪڙائي ونجي، جيترو ٿي سگهي اوترو بندوبست ڪجي ته خير ساڻ گهمي وڃي. مون کي حق هو اوهان کي خبردار

ڪرڻ. (انسپيڪٽر ۽ چيف ڪنسٽيبل کي) شايد ڀورين
اسان جي ڪچهري ۽ اوهان جو ٿاڻو گهمي ڏسندو،
سو انهيءَ جي صفائيءَ جو بندوبست رکجو. ٿاڻي ۾
ڪتهڙيءَ جي اڳيان گهوڙن جي اولڙ جو اڇي ڍير
و آهي سو ڪڍايو. گهوڙن کي ڪرڪروڍي ڪونہ
ڏو لڳي تنهن جي نظر رکو. رات جو سپاهي رائونڊ
تي گهمندي سمهي ٿا رهن. انهيءَ ڏينهن سهائن جو
نگهندي ٿن سپاهين کي تہ بيشڪ ڏنو هوندم جو گهٽين
۾ واٽين جي ڪنولن ۽ هٽن تي ڦرها ٿيو سمهيا پيا هئا.
اهو ڀورو ٿا ڏين؟
انسپيڪٽر: سائين، دلجاءِ ڪريو سيڪجهہ سولو ٿي
پوندو. (ڪنسٽيبل کي) نورنگ خان ٻڌو ٿا؟
مختيارڪار: (سيڪريٽري کي) توهين بہ ديوان،
شهر جي گهٽين جي نظر رکو. سڄو شهر ڪين ٿيو
پيو آهي. چئہ تہ مڇي‌بازار آهي. مون کي آفيس جي
ڪم ۽ گشت کان فرصت ڪانہ پئي ملي آهي، نہ تہ
اوهان کي اڳيرو خبردار ڪري ڇڏيان ها. شمعدان
پڳا پيا آهن سي ٺهرايو؛ گند جا ڍير وچ بازار ۾ پيا
آهن، سي هڪدم ڪڍائي، ساڙائي ڇڏيو. ماڻهن کي
گهٽين ۾ ٽوري- پيشاب ڪرڻ کان سخت منع ڪريو.
ٻهاڙووالن ۽ ڇنڪار ڪرڻ وارن جو پگهار هيترا
ڏينهن پٺي پنهنجي ڪم لڳايو، سو هاڻ بہ- تي ڏينهن
ڪٿي ڪي ماڻهو مقرر ڪريو، تہ وقت تہ خير جو گذري
وڃي، ۽ ناڪي وارن جي بہ نظر رکو. مون کي

خبر آهي ته هو ننڍون پيا ڪن. صبح جي وقت وڪر آٽينڊڙن ڪان پرمٽ تي گدرن، ونگن، واڱڻ ۽ ٻين ڀاڄين جا ڪنيو ڍير ڪن، ڇڻ ته بقاليءَ جو دڪان ڪڍيو اٿن. انهن کي ٻه ڇنو ته ٻه-ٽي ڏينهن اهو ڌُرمار جو رستو بند ڪن- ٻه-ٽي ڏينهن اسان کي اوهان کي گدرا ونگا نه موڪليائون ته حرڪت ڪانهي. آفيسر خير سان لنگهي وڃي، پوءِ وري ڪٿي اٿين ڪن. سچي، مسافرخاني جا ڪتولا ٻه کي اسان جي اوطاق ۾ کي منشين جي جاين ۾، ڪي ڪٿي ڪي ڪٿي پيا آهن؛ وائي ۽ واڏئيون ڇڄي پيو اٿن، سي ٻه ڪٽائي گڏ ڪري، ٺهرائي رکي ڇڏيو، جي ڪي ڪَٽل هجن ته مڪيءَ ڪان ئي گهرائي رکو، پوءِ ڪٿي موٽائي ڏجو.

سيڪريٽري: سائين، سڀ چڱي ٿيندي، دلجاءِ ڪريو.

مختيارڪار: (ڊاڪٽر کي) ڊاڪٽر صاحب، اوهين ٻه هشيار ٿيو، اسپتال جي صفائي رکو. انهيءَ ڏينهن ڏنم ته دواخاني ۾ چلم، ڪتولو ۽ ٻيو ڪچرو پيو هو. دل ۾ هوم ته اوهان کي سمجهائي ڇڏيان، پر وري ٻي ڪا ڳالهه ياد پيئي، تنهنڪري اها وسري ويم. بيمارن جا ڪتولا ڪي ڪٿي ڪي ڪٿي پيا رُلن، سي ٻه جاءِ ۾ رکو. انهن جي ڪارائڻ جو بندوبست رکو. انهيءَ ڏينهن هن پرديسي بيمار مون کي دانهن ٿي ڏني ته اسان جو روز، ڊاڪٽر جو نفر ڪايو وڃي ۽ اسان کي ڇوي ٿو ته وڃي شهر مان ٻني اچي ڪائو.

پنهنجو دفتر به سنڀالي ڇڏيو. هڪڙا سرٽيفڪيٽ پڻ ڏنا اٿوَ پيا پئي ڦاڙيا اٿوَ؛ متان ڪو تفاوت نڪري پوي.

ڊاڪٽر: سائين، اوهين دلجاء ڪريو، اچوڪي ڏينهن سڀ بندوبست ٺو ڪريان.

مختيارڪار: (اسڪول ماستر کي) ماستر صاحب توهين به ڪڙائي وٺو. پنهنجا پراوا ڇوڪرا بہ ـ ٽي ڏينهن گڏ ڪريو. متفرقو ڪلاس کڻي وڏو ڪريو. شهر مان نه مِلن ته آخوند عبدالرحيم جي ختاب مان ٿي ڪي گهرائي کڻي ويهاريو. وڏيري ۽ مکيءَ کي ته تاڪيد ڪري ڇڪجي پيا آهيون؛ پر هُنن مان ته ڪين ٿيو، اوهان ۾ به گهٽو حال ڪونهي، جو ربي ڇوڪرا ويهاريو. جڏهن به اوهان وٽ آيو آهيان ته پنج ـ ڇهه ڇوڪرا وينا آهن. رجسٽر ۾ چاليهه ـ پنجاه لکيا پيا آهن، وري سي به سڀ حاضر لکيا پيا آهن! اوهان جو اسسٽنٽ ۽ پيوپل ٽيچر مات ڪو وينا آهن. ڇوڪرن کي به سچو ڪپڙو بت تي ڪونه آهي، تنهن جي نظر رکو. انهيءَ ڏينهن لنگهندي ڏٺم ته اسڪول جي وقت منجهه ڪن ڇوڪرن پڻي اوهان لاء ينگ گهوٽي ۽ هڪڙي ٻي حقي لاء ٽاندبو دکايو. ارادو هئم ته اوهان کي پنهنجي جاء تي سڏي سمجهائي ڇڏيان، پر مون کي ويسر جي مار آهي، وري ڳالهه دل تان لهي ويم، پيا وري ڇوڪرن کان زور ڏياريو، ماني پچارايو، پاڻي پرايو، ڪائيون ڪرايو، انهيءَ هوندي به رکو

”اڪ مڪ“ پيا پڙهن، بس ڌيان ڪريو متان پنڪ گهوٽيندي اهو آفيسر اچي، يا اتان لنگهي. نيٺ پڌائي ته ڪين ايندو!

ماستر: سائين، اوهين اسان جا پرده پوش نه ٿيندؤ ته پيو ڪير ٿيندو. اميد آهي ته سڀ بندوبست چڱو ٿي پوندو.

مختيارڪار: هاڻ تڏهن سڀني کي ضروري سمجهائي ڏيئي ڇڏي اٿم. اميد آهي ته سڀڪو پنهنجي منهن ڪوشش ڪندو ته هيءَ بلا خير سان ٽري وڃي. بهتر آهي ته جيڪي اوهين هندو ڪامورا آهيو سي ٽڪائون م پاڻ رکايو، ۽ اسين مسلمان ختمو ٿا ڪڍايون، ٿي سگهيو ته لک صلاتن جو به ڪڍرائينداسين، ته من پردي سان رهجي اچي. (انسپيڪٽر ڏي منهن ڪري) اوهين ڄاڻيندا هوندؤ ته اوهان سڀني ڪان مون کي اڳڪو وڌيڪ آهي. سو هڪڙو ته آءٌ تعلقي جو روينيو عملدار آهيان، تنهنڪري سڀ ڪم جي نظرداري منهنجي ذمي آهي، پيو ته اوهان جون جيڪي حرڪتون هونديون، تن جو مون کي جوابدار رهڻو پوندو.

انسپيڪٽر: اهو ڇا ٿا چئو، خانصاحب! ڪهڙيون اسان جون حرڪتون آهن ۽ ڪهڙيون اوهان جون آهن؟ جيڪي اسين پيا ڪريون سو جئي ڪئي پيا ڪن. ٺٺي شڪل، ڏالي پالي ڪير نٿو وٺي؟ وڏا وڏا يوروپي آفيسر پيا وٺن، روڪ ريپا ته ڪي ڏهاڙي

ته ڪين ٿا ملن، باقي زهي ڪا قيمتي شئي،ڪا سوني منڊي، ڪو زريءَ يا ريشم جو ڪپڙو، ڪو پلو وهٽ وغيره وغيره، سي ته اوهان پارن وڏن آفيسرن کي ٿا ملن!

مختيارڪار: ”اوهان پارن“ هاڻي انهيءَ ڳالهه کي ڇڏي ڏيو، سيئي ايماندار آهيون، سيني کي هڪڙي جا ٽپڙ سڃهيا پيا آهن. آءٌ وري به حاجي آهيان حج ڪيو اٿم، نماز روزي تي محڪم آهيان، ماڻهن کي خبر آهي. خلق کي توڙي آفيسرن کي مون ۾ شڪ ڪونهي. باقي اوهان تي پڪارن ٽيڻ جو يا گلائڻ هلڻ جو ڊپ آهي. اڄ به گمنام عريضيون پئي تيون آهن، متان ڪا خرابي ٿي پوي ۽ ڪچيءَ مان مون کي به وڃن، سو اوهان کي خيرخواهه ٿي ايترو تاڪيد ٿو ڪريان.

(اتي پوسٽ ماستر اندرگهڙي اچي ٿو. سلام ڪري ڪرسيءَ تي ويهي رهي ٿو.)

مختيارڪار: ڪيئن پائي، پوي ٿي ڪا خبر؟ چمڙاپوش انسپيڪٽر تو اچيئي- انڪوائري آفيسر!

پوسٽ ماستر: پلي اچي، اسان کي ڇا آهي. خطن کي مُهرون هڻيو ويٺا هونداسين، پلي اچي!

مختيارڪار: اسان کي ته پر اچي پنهنجي ساهه ورتو آهي. تون به سگهي نه ٿيندين. هن ملڪ جا ماڻهو آهن خراب، چار پيسا ڏيو گمنام عريضي لکايو

ويٺا آهن؛ ٻيا وري ڪي فسادي ماڻهو هُنن ڪي چڻڪ ڏيڻ وارا. اسين ٻه سرڪاري ڪامورا، چار اسان جا دشمن ته چار دوست. راضي ته خود خدا مان به ماڻهو ناهن. اسان مان به ڪي راضي ته ڪي رنج هوندا، سي ٻيا ڪوڙيون سچيون ڳالهيون ڪندا. مون کي خبر آهي ته ڪي ماڻهو خود منهنجي به برخلاف آهن، جيڪو پڇندن تنهن سان منهنجي بہ ڳالهه ڪندا. (ٿورو ماٺ ڪري، پوءِ پوسٽ ماستر کي) پر اوهان سان مون کي هڪڙي خلاصي رٿ ڪرڻي آهي. (اٿي، پوسٽ ماستر کي پاسي تي وٺي ٿو) ٻڌي ٿو، هڪڙي پلائي ته ڪر، جيڪي نہ خط شهر جا يا تعلقي جي ماڻهن جا ڪنهن بالا آفيسر جي نالي هجن، سي ته ڪولي ڏسندو وڃ. تنهنجو مون تي گهڻو احسان رهندو. مون ڪان به جيڪا پلائي ٿيندي، سا توسان ڪندس. هيءَ ڏهه-پندرهن ڏينهن ته ضرور ائين ڪج، پر اڳتي به شڪ پوندي ته ائين ڪندو رهج ــــ تجويز سان ڪولي پوءِ جي خير جو خط هجي ته وري بند ڪري ڪٺي ڇڏجانءِ؛ اهڙيءَ طرح چنبڙائجانءِ جو خبر نہ ڪانهِ پوي.

پوسٽ ماستر: (ڪلي) اهي هنر ته ڪو اسان ڪان سکي، اوهين ڇو ٿا اسان کي سمجهايو. اهو اسان جو ڪم آهي. پاڻيءَ جو ديگڙو چاڙهي ان جي هُٻ تي جهلي، ڪهڙو به مضبوط چنبڙيل خط ڪولي رکندا آهيون. پوسٽ ماستر ڪڏهن ڪو ٻڌو ته ڪا اخبار ورتي؟ سي

پڙهي ورين بند ڪري، مالڪن کي موڪلي ڏين.
هيءُ به خوش، هُو به خوش. ڪڏهن ته اهڙا مزيدار
خط مٿنهن پوندا آهن جو ڪِلي ڪِلي پيٽ ۾ سُور
پوندو آهي. مون کي سو گَرُوءِ رکي ورتو آهي،
باقي کي پوسٽ ماسٽر ته رجسٽر ٿيل خطن مان به
نوٽ کسڪائي ڪڍي وٺن، پوءِ وٽن پلي انسپيڪٽر
انڪوائريون ڪندا. هڪڙي پيري هڪڙو خط نڪتو،
سو ڪنهن مائهوءَ پنهنجي سينڌيءَ ڏي لکيو هو. اهڙو
مزي جهڙو مضمون هوس ۽ منجهس اهڙي پيتبازي ۽
چرچبازي لڳي پيئي هئي، جو چڱا چڱا ڪتاب ڇڏي
ويهي اهو پڙهجي.

مختيارڪار: نهيو، هائي انهن ڳالهين کي ڇڏي
ڏي، پلانئي ڪري به-ٿي ڏينهن خط ڇڏ ئي ڪون.
رکو منهنجو فائدو انهيءَ ۾ ناهي، پر اها عام فائدي
جي ڳالهه آهي، تنهن مد نظر تي روا آهي.

پوسٽ ماسٽر: داجاء ڪربو، سائين.

(اتي شهر جو زميندار، رئيس قادر بخش تڪڙو
تڪڙو اندر لنگهي اچي ٿو.)

قادر بخش: سائين پڌي ٿوَ خبر. پڌي ٿوَ ڪا خبر؟

سيٺي: ڇو، ڇاهي، ڇاهي، پيو ته خير آهي، پيو
ته ڇڪ آهي؟

قادر بخش: هڪڙي عجيب ڳالهه آهي.

مختيارڪار: (انتظار ۾) سا به پڌاءِ نه، ڇو ٿو اسان
جو هيانوَ ڪڍين؟ ڪٿي ڇڏ.

قادر بخش: سائين، اوهان وٽان نڪتس، ويس ٽپال ۾. اوهان وٽ جيڪو خط آيو هو، تنهن جي پوسٽ ماستر سان ڳالهه ڪيم. هو به ٽڪڙو اوهان ڏي روانو ٿيو. آءٌ وري گهمندو شهر جي ڀڄي مٽي تي وڃي نڪتس. چڪلي جي سامهون جيڪو بچل نانوائي ويٺو آهي، تنهن جي دڪان تي لڙي ويس ڪاڏو چڪڻ، ته اتي ويٺي، هڪڙو جوان ماڻهو اندر لنگهي آيو، جو هيڏي هوڏي نهاري، پاسي واريءَ جاءِ ۾ گهڙي ويو.

مختيارڪار: اهو ڪير هو؟ ڪهڙي طرح جو ماڻهو هو؟

قادر بخش: ڏيو سوڍو جوان هو، نهٺو ٿي ڏٺو. خبر نه آهي هندستاني هو، ڪڇي هو، گجراتي هو، پٺاڻ هو، ڪي ٻيو پرديسي هو! ميان شرف الدين نالو ٿي ورتائونس. هڪڙو نوڪر به پنهنجي ذات جو سائس هو.

مختيارڪار: (دپ ۾) يا الله خير ڪجئين.
(قادر بخش کي) تون ڄاڻين ٿو ته ڪير هو؟

قادر بخش: سائين هيڏي هوڏي پئي نهاريائين. مون ۾ ته اکيون پايو پئي ڏٺائين. ٻاهران ٿي آيو ته ٿي نڪر پتر چتائيندو پئي آيو. ڳالهايائين ٻولهايائين ته ڪنهن سان ڪين، ماٺ ڪري لنگهي ويو، ڏٺو بيشڪ ڪو ڪامورو، ڪو آفيسر ٿي.

مختيارڪار: (دپ ۾ ڏڪي) يا خدا پردو رکجائين!

يا رسول مدد ٿجئين! (قادر بخش کي) تو ڪيئن ڀانئيو ته ڪهڙيءَ طرح جو آفيسر هو؟

قادر بخش: سائين، اِهو آفيسر، جنهن جي اوهان تي ڳالهه ڪئي ته ڪجهيءَ طرح جاچ ڪرڻ لاءِ اچڻو آهي.

مختيارڪار: (دل ۾) هاءِ هاءِ! بلا اچي سهڙي! آفت اچي متان ڪڙڪي! پوءِ؟

قادر بخش: پوءِ مون بچل نانوائيءَ کان پڇيو ته ڪير آهي، ڪٿي جو ماڻهو آهي، ڪڏهن آيو آهي؟ هن چيو ته "ادا، الائجي ڪير آهي، اچي مسافر تي لٿو آهي- ڏينهن جو وڃي گهمڻ، سمهائين جو اچي هتي. اجا نه پيو ڪائي. پئسا چوي ٿو ته وڃڻ مهل ڏيندس. جاءِ جي مسواڙ به رهيل اٿس. چوي ٿو ته ڪراچيءَ کان ٿو اچان ۽ سڄي سنڌ گهمندس. پوءِ، اصل ته الائجي ڪٿان هليو آهي!"

مختيارڪار: ڪا خبر پئي ته ڪڏهن آيو آهي؟

قادر بخش: هائو، چيائين ته ڏهه-ٻارهن ڏينهن ٿيا اٿس.

مختيارڪار: (دل ۾ پنهنجي منهن) هاءِ گهوڙا! ڏاڍي جٺ ٿي. انهن ڏينهن ۾ مون الائجي ڇا ڇا ڪيو آهي: الهڏني ڪاسائي کي اڌ مُلهه تي گوشت نه ڏيڻ ڪري موچڙا هڻايم. ڏنيءَ شيخڻ جي ڏيءَ کي رات جو اوطاق ۾ آڻايو هوم. چمڙن واري معاملي ۾ پنهي ڌرين کان پنهنجي مُنهن پئسا ورتم، جو جوبدار پوءِ داڻهون ڪندو ويو ته مون کي ڪاردار ڦريو

۽ ۽ فيصلو ۽ فريادي؛ جي فائدي ۾ ڪيائين. تنهن کان سواءِ خبر نہ آهي تہ شهر جي گهٽين ۾ ڪهڙو ڪچرو ٽيو پيو هوندو! سرڪاري جاين جو ڪهڙو حال هوندو! الائجي ڇا ڇا ڏٺو هوندائين! (وڏيڪ ڏپ ۾) يا خدا مدد ڪجانءِ، اڳتي مون توبهہ ڪئي، هيءَ گهڙي رکو خير سان گذري!

انسپيڪٽر: سائين، هاڻ ڪهڙي صلاح؟ ڇئو تہ سنيري ڊريسون ڪري، سڀ گڏجي چڪلي واري نانوائيءَ ڏي هلون؟

سيڪريٽري: بهتر آهي تہ پهرين صوبيدار صاحب کي ڏياري موڪلجي تہ وڃي پڪيءَ طرح سماءُ اهي اچي.

مختيارڪار: نہ نہ، اوهين ڇڏيو آءٌ پاڻهي تہ بندوبست ڪريان. اهڙا گهڻا ڏکيا وقت گذاريا اٿم. عبدار آهيان، تڏهن بہ آزمودگار آهيان. ڊچندو برابر آهيان، پر وقت چڱو گذاري ويندو آهيان. (قادر بخش کي) تو ڇيو تہ جوان ماڻهو آهي؟

قادربخش: هائو. سائين، چوويهن- پنجويهن ورهين جو ٿيندو. آهي بہ چڪر ڏندو.

مختيارڪار: جوان ماڻهو چڱو. پوڙها بلائون ٿيندا آهن، ريجهڻ جا ئي نہ ٿيندا آهن ۽ انهن جو ترياءُ لهڻ ڏکيو آهي. جوان کي جهٽ ۾ ماڻهو سهي ڪري يا ڦاسائي سگهندو. (سيني ڪي) هاڻي اوهين ڀڙتو ٿيا،

سيٺي وجو پنهنجن جاين تي، وجي پنهنجن ڪمن کي سنواريو ۽ سڌاريو. آءٌ هيڪلو ٿو وڃان، نه ته ڀ قادربخش کي ساڻ ڪريو اوڏي ٿو وڃان، وڃي اڪيچ ۾ خبرچار ٿا وٺون.

(سڀ اٿن ٿا. مختيارڪار هڪڙي پاسي اندر لنگهي ٿو وڃي، ۽ ٻيا ٻئي پاسي کان ٻاهر نڪرن ٿا.)

## پردو ٻيون

بچل نانوائيءَ جي دڪان جي پاسي واري جاءِ

(هنڌ وڇايو پيو آهي. هڪڙي پيتي ۽ هڪڙو ٿلهو رکيو آهي. ميز تي ڪي خالي ٻاٽليون ۽ گلاس رکيا آهن. مس قلم ۽ ڪاغذ ڀ رکيو آهي. ميان شرف الدين جو نوڪر خانو ويٺو آهي.)

خانو: (پنهنجي ڏاڙهيءَ جي هنڌ تي پاڻ کي اڇلائي) توبهه، توبهه! اهڙي بک لڳي اٿم جو ڳالهه ڪرڻ کان ٻاهر — پيٽ ۾ ڳوڙڪا پيا پون. چڱ ته پلنگ جو ڀين ٻاجو پيو وڃي. الاجي وري ڪڏهن ڪوٺ پهچندا سين. ۾ مهينا ته نڪتي ٿيا آهن جو راندا ڏڪا کائيندا رتون. ميان صاحب ته فضوليون ڪري پنهنجو پنجڙ ڄيڪو ساڻ هوس سو ته سڀ خرچي کائي ويهي رهيو آهي. هاڻ ته ٽپڙ ٽاڙي ڀ پيو وڪڻي. اچي هتي چڪلي جي سامهون ڊرلو ماري ڪ ي پيو آهي. ـــڙ ۾ ٻائي ڀ نه نهي، ڏند ٽوپي ڏسو ته چڱ سؤ ڏاچيءَ

جو سائين آهي؛ جتي هلي اتي حڪم پيو هلائي نه "خانو" ڪا چڱي جاءِ هلي هٿ ڪر ته اهون ۽ ماني به عمدي کائون." پڇينس ته تون منشي ماڻهو پندرهن- ويهه رپيا مهيني ۾ ڪمائين، رڳو ڇاپخانن وارن جي اخبارن لاءِ هيڏي هوڏي جون ڪوڙيون سچيون خبرون گڏ ڪندو وتين. تنهنجو انهيءَ ننڊ ٽوپيءَ سان ڇا؟ تنهن ڪان سواءِ، وري زور ڪريو ماڻهن سان دوستيون رکي- ڪن سان جُوا ڪري، جيڪي به-ٽي ڏوڪڙ هجنس سي به هارايو اچي. شراب جي به ته ڏوگهه ڏوگهان پيئي پوي. اجهي خالي باٽليون شاهدي پيون ڏيو (ڏيکاري ٿو). ڪيرخانن جون پڇائون ڪندو وتي. پوءِ به ايندو ته نواب صاحب وانگي حڪم پيو هلائيندو ته هيءَ آڻ، هُو آڻ. سرڪار کي خبر پوي ته جيڪر رڳو ڦٽڪا هڻائيس. آءٌ ته هن سان ڪڪ ٿي پيو آهيان، ناحق هن سان آيس. مون کي نڳي وني آيو آهي. گهوٽ هوندو آهيان ته ڪيئن نه فرحت سان پيو گذاريندو آهيان. ڪايو پيٺو پيٽ پريو ويٺو هوندو هوس. هتي ته اجهو هيئن بک سان پيو لچان. (ٿورو ماٺ ڪري ٿو) اجهو دڪو ٿو پڄجي، شايد اچي ٿو! (ٿپ ڏيئي اُٿي ٿو ۽ هنڌ جي چادر ڇڪي ٺاهي ڇڏي ٿو ته متان ميان شرف الدين به اچي ٿو.)

ميان شرف الدين: هان، هي وٺ. (ڪوٽ لاهي ڏيس ٿو ۽ لڪڻ به).

خانو: (وني ٿو) مون ڀانئيو تہ ڪو رپين جو ٿيلهو آندو اٿو؟

ميان صاحب: ڏس، ڪو تماڪ ذرو آهي؛ ٻاٽليون تہ خالي پيون آهن؟

خانو: تماڪ، جيڪو ذرو هو سو پيي روانا ٿياهئو، پيو ڪٿان آيو.

ميان صاحب: (هيڏي هوڏي پسار ڪري ٿو) ٻڌين ٿو خانو؟

خانو: جيءَ سائين، ڇا ٿا چئو؟ آءٌ تہ اوهان جي لاءِ ٽنگن تي بيهي ٽڪجي پيو آهيان، پيو پيٽ خالي، هاڻ فرمايو، الائجي ڇا ٿا چئو؟ (زمين تي ويهي رهي ٿو).

ميان صاحب: وڃ، هاڻ وڃي ڪو مانيءَ ٽڪر جو بلو ڪر.

خانو: آءٌ سائين ڪونہ ويندس، خوشي اوهان جي.
ميان صاحب: بيوقوف، اهڙا ٿو جواب ڏين؟

خانو: سائين، آءٌ وڃان يا نہ وڃان تہ بہ ڳالهہ ڪڙي آهي؛ مانيءَ جو ٽڪر بہ ڪونہ ملندو، نانوائي رڙهي ٿو اچي.

ميان صاحب: ڇرهو ٿيو آهين ڇا؟ وڃ وڃي ڪي وٺي آءُ تہ کائون.

خانو: هو پيو دڙڪا ڏئي تہ وڃي مختيارڪار کي عريضي ٿو ڏيان تہ اڌ مهينو ٿيو آهي تہ تنهنجو

مين صاحب اچي پيٽ ڪوڙي دڪان تي ڪري پيو آهي. رڳو واڳهوءَ وانگي ڪائيندو وڃي، ڏيئي پائي به ڪانه ٿو. الاجي ڪهڙيون ڪهڙيون گاريون اوهان کي به ۽ مون کي به ٿو ڏئي. چوي ٿو ته توهين پيٽي دليءَ جا ننگ آهيو. ڪڏهن چوي ته بدمعاش آهيو، چور آهيو، آءٌ وڃي ٿو فرياد ڪري اوهان کي جيل ۾ ٿو وجهايان.

ميان صاحب: (ٻچو ڏيئي) گڏهه تون وري مون کي گاريون منهن تي ٿو ٻڌائين؟ هاڻ وڃ، بڪ ڦيٽي ڪر. وڃي وڙهي سڙهي ڪي وٺي آءُ.

خانو: مون کي ڇاهي، آءٌ وڃي ٿو خود نانوائيءَ کي وٺيو اچان، پنهنجو پاڻيهي چئوس. (اٿي وڃي ٿو)

ميان صاحب: (اڪيلو) توبهه! ڪهڙي نه بڪ لڳي آهي. آءٌ هوا کائڻ ويس، پاڻيم ته بڪ لهي ويندي، ماني نه کاڌيم ته هوا کاڌيم، پر پاڻ بڪ وڌيڪ لڳي آهي. سچ آهي، جي انهيءَ ڏينهن شراب پيي خير بخش ڪيريءَ جي گهر ۾ مست ٿي نه ڪري پوان ها ۽ جوا ۾ پئسا نه هارايان ها ته ٿورو گهڻو پئسو مڙئي بچيل هجي ها! پر مَن وري ڪو پيو وجهه ملي ته انهيءَ جواري پٺاڻ کان وير وٺان ۽ پنهنجي سموري رقم وري ڪٽان، پاڻ پيو وڌيڪ به کي هٿ آڻيان! ڪهڙو نه هيءُ خراب شهر آهي، اوڌر به ڪو ڪونه ٿو ڏئي! (اٿي پسار ڪري ٿو

۽ سيٺ وڃائي ڳائي ٿو. اتي خانو ۽ نانوائيءَ جو نوڪر اندر اچن ٿا.)

نانوائيءَ جو نوڪر: سائين، اُستاد چوي ٿو ته ڪهڙو ڪم آهي، چو ٿا سڏيو؟

ميان صاحب: آهه، ميان، ڀلي ڪري آئين، خوش ته آهين؟

نوڪر: خير هجئي.

ميان صاحب: ڪيئن، دڪان جو ڪم ڪار ڪيئن پيو هلي؟

نوڪر: چڱو پيو هلي، گهٽيئي پيا اچن، گهٽيئي پيا وڃن.

ميان صاحب: ڀلي، اڇا اسان جي ماني ڪانه آڻي آهي ڇو؟ پلائي ڪري، بوڙ پائي وچي ڪٽي اچ. مون کي ماني ڪاڻي وري ٻاهر وڃڻو آهي، ضروري ڪم آهي.

نوڪر: سو چڱو، سائين، پر اُستي منع ڪري ڇڏي آهي ته اوهان کي ڪي به نه ڏيان. هو پاڻ ان مختيارڪار صاحب وٽ وچي عريضي ڏيڻ وارو آهي.

ميان صاحب: مون تي عريضي ڏيندو؟ عريضي ڀلي ڪري، پر مون کي ڪائي لام ته ڪي ڏيندو. جي اهڙو حال هوندو ته آءٌ گهري وچي ڪندا ٿيندس. چرچو ناهي، مون کي ڏاڍي بک لڳي آهي، وچي ماني آڻ ب آءٌ.

نوڪر: سو برابر، پر دڪان جي مالڪ حڪم ڏيئي ڇڏيو آهي تہ جيسين هي هيترن ڏينهن جا پئسا نہ ڏين، تيسين ٻيو ڪي بہ نہ ڏجانئين.

ميان صاحب: (پٺي ٺپري) وڃ وڃ، ڇڳو مڙس ٿيءُ، وڃي سمجهائي ماني وٺي آءُ. مون کي ضرور ڪي ڪجهہ کائڻ لاءِ گهرجي؛ شاباس، پئسا ملي پوندا، ڊچو نہ. (هو ٻيئي وڃن ٿا. پاڻ اڪيلو) جي ماني نہ ڏنائون تہ جٺ ٿي. اهڙي بک مون کي ڪڏهن نہ لڳي آهي. پوءِ ڪيئن ڪجي؟ ڪپڙا لاهي ڪٿي گهي رکان. رکي رکي بہ اهو ڪوٽ رکندس. پئسو مٺو هجي تہ جيڪر ڪيئن نہ بوڙ پلاءُ کائي، گاڏيءَ تي چڙهي هوائون کائيندو وتجي. جڏهن دل چوي تڏهن لهي پنڌ ڪجي؛ نوڪر پٺيان لڳو اچي. ماڻهو پڇنس تہ هي ڪير آهي؟ تہ کي چوي تہ ”ميان شرف‌الدين صاحب، محرر، مقصدي اخبارات، رپورٽر، ڪرسپانڊنٽ صاحب!“ ڪو ننڍو نالو، ننڍو عهدو آهي ڇا؟ (اتي خانو اچي ٿو، تنهن کي) ڪيئن؟

خانو: آڻين ٿا ماني.

ميان صاحب: (خوشيءَ کان تاڙيون وڄائي ٿو) واه واه، ماني آئي، ماني آئي. (اٿي هٿ ڌوئي ٿو).

نانوائيءَ جو نوڪر: (بہ رڪابيون کڻيو اچي ٿو) هي پڇاڙيءَ جو دفعو آهي، جو ماني آندي اٿم، وري ڪانہ ايندو، سا خبر هجيوَ.

ميان صاحب: هينئر تہ آڻ، پوءِ جون ڳالهيون

پوءِ سان. روزي رزاق جي هٿ ۾ آهي، اهو تو ڏئي. ڇا آندو اٿئي؟

نوڪر: ماني، دال ۽ پٽاٽا.

ميان صاحب: ڇا، فقط دال ۽ پٽاٽا؟

نوڪر: فقط اهي.

ميان صاحب: نڪو گوشت، نڪا مڇي، نڪو چانور. اوهان جو مطلب ڇا آهي؟ آءٌ هي ڪين کائيندس. هن مان ڪو منهنجو پيٽ ڀربو ڇا؟

نوڪر: سائين، خوشي تنهنجي. آسٽو تو چوي اهو تمام گهڻو آهي.

ميان صاحب: وڃ، وڃي مٽن نان ڪباب ڪٺي اچين.

نوڪر: نان ڪباب ڪونهي، سائين.

ميان صاحب: مون اڃا اکيون لنگهندي ڏٺو، جو اوهان جي دڪان ۾ وٽي قيمون ڪٽيائون!

نوڪر: ڪڻو سائين، آهي ته ناهي به. پئسن ڏيڻ وارن جي لاءِ آهي، سڃن سڪڻ جي لاءِ ناهي.

ميان صاحب: (چڙ مان) صبر ڪر، پوڪا! پيا پلي کائين، آءٌ نه کان؟ چو، آءٌ مسافر نه ناهيان؟ نانوائي دڪان مسافرن لاءِ ڪيندا آهن، ڪي شهر وارن لاءِ؟ (نيٺ ماني کائڻ لڳي ٿو) هن ڪي دال تو سڏين؟ رڳو ڍنڍ ڍورو لڳو پيو آهي؛ پيو منجهانس ڪيني مڇيءَ واري بانس پئي اچي. پٽاٽا آهن سي ڪاٺ جهڙا ڏاڍا آهن. ماني الاجي ڪالهوڪي پڪل آهي،

ڪر، ڇا؟ (وري هٿ ڪري، پري ٿي) ڪٿي وڃ پنهنجي ماني، وڃي پٺيءَ ڪري ڪاراءِ، مون کي ڪانه گهرجي.

نوڪر: سائين پين جا پيءُ نه ڪيو. آستي به ڇپيو هو تہ نه ڪائي تہ وري مانـي ڪٿي اڇجانءِ، سو آءٌ ڪٿي وڃان ٿو. (رڪابيون ڪٿي ٿو)

ميان صاحب: (هـن کـي ڌڪو ڏئي) پري ٿيءُ تہ هٿي ٻڙي نہ رکانءِ! تو پين سان گستاخي ڪري ڏني آهي، آءٌ اهڙي ڪانءِ ڪٿي وارو ناهيان. (وري وڌهي ڪـائي ٿـو) دال ۽ پٽاٽا... واه جـي دال ۽ واه جا پٽاٽا! (ڪائيندو وڃي) هيءُ دال ۾ الاجي ڇا ڇا ڪنپ پيا آهن، ڇو تہ ڳاري ۾ ٻڌهه پيو آهي.

نوڪر: (ڪليي) اهـي دال جا ڪنپ آهن، ڌيان ڪريو تہ متان اها به نہ آڏامي وڃي.

ميان صاحب: (ڪائي بس ڪري ٿو) کهڙا نـہ هن هند جـا ماڻهو خـراب آهـن. ڇگو ٿا مهمانـن ۽ مسافرن جو آدرڀاءُ ڪن. ماني اهڙي سخت آهي جو ڄهاڙي ڇهاڙي ڇاڙيون پيون سور ڪن. ڏند پيا ڏکن. سا به تہ پوري ٿي، ٻڪ اوتري حي اوتري! هاڻ پيو وڏيڪ نہ آٽو هجيئي تہ ٿانوَ ڪٿي وڃ، نہ تہ رڪابيون پڇيو ٿو ڏيانءِ. (نـوڪر رڪابيون ڪٿي وڃـي ٿو ۽ خانو پٺيانس وڃي ٿو. ميان صاحب آڱريون چٽي ٿو.) ههڙي ماني ڪائڻ تي آءٌ هٿ به ڪين ڏٺندس، ائين ڇگو آهي، نڪا ڳرڙي ڪندس، پانهنجي ٿو تہ ڪاڏو ٿي

ڪين اٿم. پاڻ بک تکي تي آهي. انهيءَ ڪان ڪي به نه ڪان ها، نه ڏاٽ چڙي ها ته چڱو هو! رکو تي. چار پئسا هجن ها ته به جيڪر بازار مان ڪي پگهڙا ريوڙيون گهرائي وٺان ها. (اتي خانو نوڪر اچي ٿو).

خانو: سائين، ڪاردار صاحب اچي نڪتو آهي، الاجي ڇو آيو آهي! اوهان جو پيو پڇائي. اوهان کي ڏسڻ گهري ٿو.

ميان صاحب: (دپ ۾) ڇا، ڇا ٿو چئين؟ شڪ ناهي ته انهيءَ حرامزادي نانوائيءَ وڃي مون تي دانهن ڏني آهي. (پنهنجي منهن) ڪهڙي نه جٺ ٿئي، جي سچي پچي گيهلي وڃي جيل ۾ هڻنم! آءٌ هيترا ڏينهن هن شهر ۾ اميرن وانگي پئي گهميو آهيان ۽ هڪڙي سوداگر جي ڏيءَ به تاڙي ڇڏي اٿم. هاڻي ته خرابي ٿي، جي شهر مان هٽڪڙي هٽي نيندم! (همت جهلي ٿو) پر ڇا آهي. ڪا اهڙي ڦُر ٿي آهي، ڇا، جو زور سان گيهلي ويندا؟ آءٌ صاف چوندوسانس ته توکي ڪهڙي اختياري آهي، جو هيئن مسافرن کي ٿو ستائين. (در پٽجي ٿو، ميان صاحب جو منهن هارجي وڃي ٿو. اتي مختيارڪار صاحب ۽ زميندار قادر بخش اندر گهڙي اچن ٿا. مختيارڪار به تي وکون پري بيهي رهي ٿو. ٻئي دپ ۾ هڪٻئي ڏي نهارين ٿا. نيٺ دل جهلي، مختيارڪار نئڙي سلام ڪري ٿو ۽ زميندار به ائين ڪري ٿو.]

مختيارڪار: (ادب سان) سائين، خوش چڱا ڀلا ته آهيو؟

ميان صاحب: (اٿي نٿڙي سلام ڪري) سائين، مهرباني اوهان جي. اوهان ڏي ته خيرعافيت آهي؟

مختيارڪار: معاف ڪجو، بي وقتو اوهان کي تڪليف ڏني اٿم.

ميان صاحب: خير هجي، سلامت هجو. هيءَ ڇا ٿا چئو؟ ڪهڙي تڪليف آهي؟ هيءَ ته تفريح آهي.

مختيارڪار: سلامت هجو. اهو سائين منهنجو ڪم آهي، مون تي فرض آهي ته تعلقي عملدار ٿي، آبروءَ وارن مسافرن جي سنڀال ڪريان ته سکيا رهن ۽ اهنج ڪو نه ڏسن.

ميان صاحب: (ڀهرئين ڊڄي ٿو، پوءِ نيٺ همت جهلي ڳالهائي ٿو) سائين ڇا ڪريان.... منهنجو قصور ڪونهي.... آءٌ هن کي پئسن ڏيڻ لاءِ تيار آهيان ـــ ڏينهن ـ ڏين ۾ ڳوٺان پئسا اچڻا اٿم... قصور انهيءَ جو آهي، جو سڪل ماني ڪني دال سکرن کي کائڻ لاءِ ٿو ڏئي. ڏهاڙي اسان کي پٺي بک ماريو اٿس.

مختيارڪار: (ڊپ ۾) سائين، ڀڪ چائجو، انهيءَ ۾ منهنجو ڏوهه ڪونهي. هتي سڀ شئي سٺي ٿي وڪامي. بيشڪ، تڪليف ٿي هوندي! پر اوهين مون سان جي هلو ته پٺي هنڌ اوهان جي رهڻ جو بندوبست ڪريان؟

مياں صاحب: (دپ ۾) نه سائين، نه. ٻئي هنڌ آءٌ به نه هلندس. (پنهنجي منهن) انهيءَ ٻئي هنڌ جي معني آهي جيل! (هن کي زور سان) اوهان کي کهڙو اختيار آهي جو هينئن وات وٺندن کي جهليو. آءٌ الاجي ڪير آهيان، پر آبروءِ وارو ماڻهو آهيان. سرڪاري عملدارن کان گهٽ ناهيان. پوني ۽ بمبئي تائين مون کي سڃاڻن ٿا.

مختيارڪار: (پاسي ڏي نهاري پنهنجي منهن) يا الله، کهڙو نه ڪاوڙجي ويو آهي! پانئجي ٿو ته سڀ خبر پئجي ويئي اٿس. شايد ڪن حرامزادن منهنجي وٽس دانهن ڪئي آهي!

مياں صاحب: (ڪاوڙ ۾) آءٌ ڪين هلندس توسان. آءٌ پاڻ سرڪار ۾ دانهن ڪندس. تون ڪير آهين، کهڙي باغ جي موري آهين!

مختيارڪار: (دپ کان ڏڪي ٿو) غريب نواز، چڙو نه. (هٿ ٻڌي) معاف ڪريو، مون تي رحم ڪريو. مون کي ننڍڙا ٻار ٻچا آهن، نقصان نه پهچائجو، منهنجي نوڪري نه وڃائجو.

مياں صاحب: نه نه، آءٌ توسان ڪين هلندس. توکي ننڍڙا ٻار ٻچا آهن، تنهنڪري آءٌ جيل ۾ ويندس ڇا؟

مختيارڪار: (دپ ۾ ڏڪي) سائين، خدا جو قسم، جيڪي اوهان منهنجي بابت ٻڌو هوندو، سو سڀ سچ به نه هوندو. جيڪي ڪيو هوندم ته اهو

لاچاري. ڪانهِ منهنجو پگهار پورو پُنو آهي، ڪٽنب وڏو آهي. هتان هُتان پئي پورائي ڪئي اٿم. پر، جي اوهين انهيءَ ڪي رشوت سڏيندو ته اها به توري توري پئي ورتي اٿم؛ خدا جو خوف ڪري پئي ورتي اٿم. قياس ڪريو: آءٌ حاجي به آهيان، نماز روزو به نه ڇڏيندو آهيان، پر وه ايترو گهٽو ظلم ڪيئن ڪندس. باقي رنڊيبازيءَ جي بابت ماڻهن اوهان سان ڪوڙ ڳالهايو آهي؛ ۽ ماڻهن کي مار ڏيارڻ ۽ ڏاڙهيون پٽائڻ، سو ته سرڪاري ڪم جي پُورائيءَ لاءِ سڀني مختيارڪارن جو ڪم آهي. هن ملڪ جا ماڻهو وڏا فسادي ۽ ڪوڙا آهن. اڳتي اوهين پاڻ مالڪ آهيو.

ميان صاحب- سو چڱو، پر انهن ڳالهين سان منهنجو ڇا؟ (منهن پاسي ڪري) هي ڪو چرين جي اسپتال مان نڪري آيو آهي، مختيارڪار ته ڪين ٿو ڏسجي. بڪ بڪ ڪري مغز ئي کائي ويو آهي. ڪي الاجي نشي ۾ آهي،-- رشوت ڏيڻ، رنڊيبازي، ڏاڙهيون پٽائڻ، ڪٿان جو ڪٿان پيو اچي! (مختيارڪار کي) سائين، هاڻ معاف ڪريو، پئسا آهن، سي آءٌ پاڻهي نانوائيءَ کي پهچائي ڏيندس، هينئر سو مون کي هٿ ۾ ڪينهي، باقي اميد آهي ته جلد اهو قرض ادا ڪري ڇڏيندس، اوهان وت وري دانهن ڪانه ايندي.

مختيارڪار- (پاسي تي ڦري، پنهنجي امنهن) ڪهڙو نه پڪو ماڻهو آهي، ڪهڙو نه ڪئي ڍونگ پڪيڙيو اٿس!

پاڻ کي هيئن لڪائجي! پاڻي ٿوته اسين پلجي وڃون ۽ ڪيس نه سڃاڻو، پر اسان عمر تڏهن ڪٽي گذاري آهي. پر ڪوشش ڪري مٿس ڪو احسان ڪريان. شايد مون بابت چڱي راءِ ٺئيس. ڪهڙو شڪ، پاڻ به مون وانگي اهڙن ڪمن ۾ چرڪو هجي. (هن ڏي ڦري، وڏي آواز سان) سائين، جي سچي پڇي اوهان کي پئسن جي گهرج آهي ته ٻه ڪيترا به پئسا اوهان کي ڏيئي سگهندس. اسان جو ڪم آهي مسافرن جي مدد ڪرڻ ۽ سڪي رکڻ.

مياں صاحب: تڏهن مهرباني ڪري، مون کي به سؤ رپيا اُڌارا ڏيو ته هن پليت نانوائيءَ جو حساب به لاهيان ۽ ٻيو جيڪي شهر ۾ ڏيڻو-وٺڻو اٿم سو به لاهيان. سهنجا پئسا به اڄ سيان ٽپال ۾ اچڻا آهن، پوءِ سون جهڙا، اوهان کي موٽائي ڏيندس.

مختيارڪار: بيشڪ. (کيسي ۾ هٿ وجهي، ٻه نوٽ ڪڍي ٿو) پورن ٻن سون جا نوٽ، مون وٽ موجود آهن. خدا جي قدرت، اڄ پگهار مليم سو ڪٽي ڪوٽ جي کيسي ۾ وڌو هوم، جو وري ڪيئيم به ڪون. اوهان کي به کي عين جو اڪيون آهن، جو گهريو به اوترا!

مياں صاحب: (خوش ٿي) گهڻي مهرباني، وڏو احسان. بيشڪ اوهين ڀلامانس آهيو. مسافرن تي احسان ڪندڙ آهيو. ماڻهو حق تي اوهان جي ساراهه ڪندا آهن.

مختيارڪار: (پنهنجي منهن) چڱي ساراهه ڪندا هوندا. ڏڌي اشارا ٿو، پر خدا ڪيو، ڙبو تہ سهي!

ميان صاحب: (نوڪر کي) اي خانو، وڃي هنن نانوائيءَ يا سندس ماڻهوءَ کي سڏي آءُ. (هو وڃي ٿو.

مختيارڪار ۽ زميندار کي، جي اجا بيٺا آهن) پر سائين، اوهين بيٺا ڇو آهيو؟ هيڏي ٿي ويهو. (هنن کي ڪرسين تي ويهڻ لاءِ چوي ٿو.)

مختيارڪار: سلامت هجو! سلامت هجو! اسين بيٺي ٺا ٺهون. اسان جو ڪم آهي پرن پر بيهڻ. سرڪاري حڪم ۾ ويهڻ ڪٿي ٿو اچي.

ميان صاحب: نہ نہ، سائين، ويهو ويهو. (زور ڪرين ٿو، ٻهو وهين ٿا). اوهين بيشڪ چڱا ماڻهو آهيو، پين اشرافن تي گهڻي مهرباني ڪندڙ آهيو. معاف ڪجو، پهرين مون پڇائيو تہ مون کي گيهاني نٿي ڪٿي.... هٿندؤ.

مختيارڪار: (پنهنجي منهن) هاڻ مون کي ٿورو همت جهلڻ گهرجي. هو پاڻ اڪائڻ ٿو گهري. اسين بہ هيڏي هوڏي جي بڪ شڪ ڪريون، پلي سمجهي تہ اسان اجا نہ سڃاتو اٿس. (وڏي سڏ) هيءُ زميندار ماڻهو آهي (قادربخش ڏي اشارو ڪري)، تنهن کي ساڻ وٺي، آءُ واءُ سواءُ، رعيت جي اهنج سهنج معلوم ڪرڻ لاءِ گهمڻ نڪتو هوس. اسان جو اهو ڪم آهي. هتي اچي نڪتاسين، جو خبر هئيسون تہ هتي مسافر ايندا آهن، تنهن جي جاچ ڪرڻ لاءِ آيس تہ

انهن جي خدمت برابر ٿئي ٿي يا نه؛ يا هنن ڪي پرديسي يا مسافر چاڙهي ڪو نڳي يا ستائي ته نٿو. اوهان کي معلوم هجي ته آءٌ بين مختيارڪارن وانگي نه آهيان، جو سچو ڏينهن گهر ۾ ڍنو پيو هجان، ۽ ويٺو چلمون چڪيان ۽ مقدما به الي ڪتولي تي هلايان. اسان جا پورهيا ته آهن: ڪندن بندن جي مهل، جو ڪپڙا ڪنجي هاڻ پاڻيءَ ۾ گهڙي پوندا آهيون. اوهين جي هتي رهڻ وارا هجو ته پاڻهي معلوم ٿيو.

مياں صاحب: بيشڪ، اوهين چڱا ماڻهو آهيو. آءٌ گهڻو خوش ٿيو آهيان، جو اوهان سان منهنجي هيئن اوچتي ملاقات ٿي ويئي! يقين آهي ته جي اوهين ايترو احسان نه ڪريو ها ته مون کي زياده رهڻو پوي ها. هن ناتوانيءَ جا پئسا الاجي ڪيئن ڏيئي سگهان هان!

مختيارڪار: (پنهنجي منهن) وڏو ڏمتر ٿو ڏسجي، گسائي ڪيئن نه ٿو! (وڏي سڏ) سائين، معاف ڪريو ته هڪڙو عرض ڪريان، پر خير.... اوهين قبول ڪيئن ڪندؤ؟.... آءٌ انهيءَ عزت جي لائق نه آهيان.

مياں صاحب: چئو سائين، بيشڪ چئو، حجاب نه ڪريو.

مختيارڪار: هن غلام جي اوطاق پوشيدي جاءِ آهي، يعني هن جاءِ کان وري به بهتر آهي. اوهين اتي زياده سکيا رهندؤ. بي ادبي معاف ڪجو. آءٌ انهيءَ مهربانيءَ جو لائق ناهيان، پر تڏهين به هم‌مذهبيءَ

جي حجت تي عرض ٿو ڪريان. دعوت سُنت آهي، نبين به نه موٽائي آهي. معاف ڪجو، ڇڙو متان؟

مياں صاحب: (ڪيلي) ڇڙ جي ڪهڙي ڳالهه آهي، آءٌ ته پاڻ گهڻو خوش ٿيندس، اوهان جهڙي سگهڙ ماڻهوءَ وٽ مهمان ٿيڻ ۾. هتي آءٌ پاڻ ڏکيو ٿيو آهيان: ڪڙو ماني موافق نه ملي، پيو رات جو روشنائي برابر ڪانهي، ٿيون رڏڻ پڇاڙڻ جي بانس پاسي ڪان بيٺي اچي، چوٿون ڪُت مڇر سمهڻ نٿا ڏين، پنجون...

مختيارڪار: تڏهن سائين، اُٿو. (ٽپ ڏيئي اٿي ٿو.) هلي غريبخاني ۾ ٽڪيا ٿيو. جيڪا خدمت پڇي سگهندي سا ڪندس. اوهين وڏا ماڻهو آهيو. آءٌ غريب آهيان. (آهستو آهستو هن کي چوي ٿو) اصل سائين، اسين ڪُتي ماڻهو آهيون، سومرا، پر اسان جي وڏن پاڻ کي قريشي سڏايو، هاڻ اسين به قريشي ٿا سڏجون. ( وڏو آواز ) آءٌ ڪوڙ ڳالهائڻ وارو ماڻهو نه آهيان، شريعت جو ماڻهو آهيان، حج به ڪيو اٿم. الحمدالله، ڪوڙن کي لعنت وجهندو آهيان. سچي ڳالهه ڪرڻ ۾ ڪهڙي حرڪت آهي؟

مياں صاحب: انهيءَ ۾ ڇا آهي. حسب نسب تي نامي، اعمالن تي آهي. آءٌ پاڻ ڏُو-رُوئي پسند نه ڪندو آهيان. صفا دل وارو ماڻهو چڱو، جنهن جي دل ۽ زبان هڪجهڙي هجي. جيڪي اندر ۾ اچي سو هڪدم چئي ڏجي.

(اتي خانو، نانوائيءَ جي نوڪر ڪي وٺي اچي ٿو)

نانوائيءَ جو نوڪر: سائين، حاضر، ڪهڙو حڪم؟

ميان صاحب: وڃي ٻنهنجي آستي ڪي چئو ته پئسن جو بل ڏياري موڪل.

نوڪر: سائين، ٻه پيرا ته اڳي ٻه ڏڳها ڏڳها بل لڪائي آئي ڏنا هئم.

ميان صاحب: (چڙ ۾) ٻون ڪي پيو ڪم ڪونه هو ڇا، جو ويٺو اوهان جو حساب ياد رکان!

مختيارڪار: سائين، انهيءَ جي ڳڻتي نه ڪريو، آءٌ پاڻهي، سانهه سڀيءَ سان هن جو حساب صفا ڪندس ۽ اڱهه پيچي پئسا پهچائي ڏيندس. (نوڪر ڪي) اي، ٻجل ڪي چئج ته آءٌ پاڻهي پوءِ ساڻس ميان صاحب جو حساب صفا ڪري پئسا ڏيندس. (ميان صاحب ڪي) هاڻ سائين، اوهين خير جا آئو. گاڏي تيار آهي: هلو ته شهر گهمائي ڏيکاريانوَ ۽ سرڪاري جايون ٻه ڏسو ته هميشه هن شهر ۾ ڪهڙي صفائي ٿي رهي ۽ سرڪاري ڪمرڪار ڪهڙو نه چڱو ٿو هلي.

ميان صاحب: بهتر. (آتي ڪوٽ ڍڪي ٿو ۽ سنيري ٿو، خانوءَ ڪي) اي، تون سامان ڪٽائي مختيارڪار جي جاءِ تي هل.

مختيارڪار: (نانوائيءَ جي نوڪر ڪي) اي، تون ٻه ميان صاحب جي ماڻهوءَ سان گڏجي سامان مزور ڪان ڪٽائي اسان جي جاءِ تي هل. (هو پيٺي ۽ ٿيلهو

۽ هند ڪٽي وڃن ٿا) سائين، هاڻ پهرين شهر منجهان لنگهندا، بازار ڏسندا، پوءِ اسپتال، اسڪول، ٽپالخانو، مسافرخانو ڏسندا، جيل تي هلنداسين، اتان وري جاءِ تي موٽنداسين.

ميان صاحب: (البت دپ ۾) جيل تي هلڻ جو ڪهڙو ضرور آهي؟ قيدين جو هلي منهن ڏسنداسين، تنهن مان ڇا حاصل!

مختيارڪار: خير، جيڪا اوهان جي مرضي (زميندار قادربخش کي پاسي تي سڏي) اسين گاڏيءَ ۾ چڙهي، آهستو گهمندا اينداسين، تون ڊوڙي اوطاق تي وڃ، وڃي مانيءَ ٽڪيءَ جو بندوبست ڪراءِ. ڇو ته اسين ڏينهن گشت تان ٿڪا ٽٽا ۽ ڪڪڙ گهٽائي آندا هئاسين؛ ڪي ڪاسائيءَ وٽ آهن ۽ ڪي مائهن جي گهرن ۾. گيهه جو ڏبو به تازو وڏيري احمدخان موڪليو آهي، سو به رکيو آهي. چانور به عمدا سگداسي وڏيري الاهي بخش جي ديهه جا رکيل آهن. نائڪ ۽ بورچيءَ کي خبر آهي، تون رکو وڃي اکوات تاڪيد ڪرين ته جهٽ ۾ ماني ناهي وٺن.

قادربخش: سائين، دلجاءِ ڪريو. (نڪري وڃي ٿو. تيستائين ميان صاحب تيار ٿئي ٿو.)

مختيارڪار: سائين، هاڻ هلجي؟

ميان صاحب: بسم‌الله، ٿيو اڳ ۾.

مختيارڪار: واه سائين، اها ڪهڙي ڳالهه آهي! سائين اڳي ٿئي.

ميان صاحب: انهيءَ ۾ ڇا آهي. هلو هلو.

مختيارڪار: نه سائين، اهڙي بي ادبي مون کان ڪانه ٿيندي. (هٿي بيهو ٿو)

ميان صاحب: چڱو سائين، جيڪا اوهان جي مرضي.

(ميان صاحب در مان لنگهي ٿو. پٺيانس مختيارڪار به نڪري وڃي ٿو.)

## پردو ڪرڻ

مختيارڪار صاحب جي اوطاق

(خانو ۽ مختيارڪار جو نوڪر احمد ويٺا آهن.)

خانو: توبهه! رڳو ٿيلهو در کان هيستائين آندو اٿم، ته به ڦهر جو بار پٺي لڳو آهي. يلا، خالي پيٽ سان سير به مڃ جي ڏيکاري پيو ڏٺي! هاڻ ته ويهي ڪا ساهي کڻون.

احمد: ڪيئن ادا، دفتردار صاحب جلد ايندو؟

خانو: دفتردار صاحب! ڪير؟

احمد: دفتردار صاحب، ڪي ڊپٽي صاحب؟

خانو: آءٌ ته يرَ، تنهنجي دفتر ۽ ڊيپڪيءَ کي ڪونه سڃاڻان، الاجي ڪنهن جو تو پڇين؟

احمد: چو، تنهنجي رئيس جو ٿو پڇان، تنهنجي ميان صاحب جو؟

خانو: ميان صاحب جو؟ (کلي) دفتردار ۽ ڊپٽي صاحب!

احمد: ڇو، ھُو اھو ناھي ڇا؟

خانو: آھي بيشڪ، پر ٻيءَ طرح سان.

احمد: ڪيئن، ڏيٺين ڪان درجي ۾ مٿي آھي ڪي گهٽ؟

خانو: مٿي مٿي! وٺ سائين، ڏيٺين سان تو مٺَ ڪرينس. تنهنجا ڏيٺي هن ڪان مُٺ پيا مٺن.

احمد: سچي؟ هوندو! تڏهن ته ههڙي شهر ۾ ڦڙڦوٽ اچي پيئي آهي. سيني ڪي ساهه مُٺ ۾ آهي!

خانو: پر پڌ ادا، مون ڪي لڳي اٿئي بـڪـ. تنهنجو ٻوڙ پلاءَ الاجي ڪڏهن تيار ٿئي؟ ڪي رکيل هجيئي ته ڪٺي آءَ ته ٻه ـ ٽي لقما ته وات ۾ وجهان، من سامت اچي. هن نانوائيءَ جي پلاءِ سائي ٿئي، اسان ڪي پٺي بک ماريو اٿس. ڪاسائي ٻڪري ڪُهندو آهي ته ٻه ڪارائي پياري پوءِ ڪهندو آهي، هن مردود اوتري به مهرباني نٿي ڪئي.

احمد: حاضر ادا، سيڪي آهي. هل ته بورچيخاني ۾ هلون. (اٿي وڃن ٿا. ستت ئي ميان شرف‌الدين، مختيارڪار، انسپيڪٽر، چيف ڪنسٽيبل ۽ پيا سرڪاري نوڪر ڏنبلو ڪري گهڙي اچن ٿا. سوڙهه ۾ هڪ ـ ٻه ڪيري پوي ٿو، ڪن جي پيرن تي لتون اچن ٿيون. ڪن جي ٽوپي ڪيري ٿي. مختيارڪار پنيان هٿ سان ٻين ڪي باهر وڃڻ جو اشارو ڏئي ٿو. پيا سڀ نڪري وڃن ٿا. ميان صاحب کٽ تي ويهي ٿو. مختيارڪار ۽ پوليس انسپيڪٽر ڪرسين تي ويهن ٿا.)

مِيان صاحب: واه جو شهر آهي، واه جي صفائي هئي، رستا آرسيءَ وانگي پئي چمڪيا، جايون چڱيون، بندوبست چڱو. واه جو تماشو ڏٺوسين! پين هنڌن تي مون کي ڪي ٻہ ڪين ڏيکاريائون. رڳو پنهنجي منهن پئي بازاريون گهمياسين.

مختيارڪار: پين تعلقن ۾ سائين، چا مختيارڪار چا عملدار، سڀ پنهنجي خوشيءَ ۾ لڳا پيا آهن. پر هن تعلقي ۾ خدا جي مهربانيءَ سان سيڪو عملدار سرڪاري ڪم ۾ چست، چالاڪ ۽ خلق جي خيرخواهيءَ لاءِ ڪوشش ڪندڙ آهي. اهو ئي سبب آهي جو هميشه اهڙو بندوبست چڱو رهندو آيو آهي.

مِيان صاحب: تمام چڱو بندوبست! اسپتال ۾ ڏٺوَ تہ بيمارن جا هنڌ ڪهڙا نہ چڱا وڇايا پيا هئا. ڪام غاليچا ڪهڙا نہ سُٺا پيا هئا. دل پئي چيو تہ مٿن ڪٿي ليٽجي! بيمار بہ ٻہ-ٽي تي ڏٺا.

مختيارڪار: ڏهہ-پندرهن هئا، پر سڀ اسان جي ڊاڪٽر چُٽائي ڇڏيا. (پنهنجي منهن) ڪي پاڻهي مئا، ڪي همت سان ماريائين. (وڏي سڏ) صفائي جي ڪري بيماري بہ هن شهر ۾ گهٽ آهي. پيو وري ڊاڪٽر هشيار آهي. نئون امتحان پاس ڪري آيو آهي. بيمار اچا اسپتال ۾ آيو ئي ناهي تہ ٻئي ڏينهن چڱو ڀلو ٿيو، خوشيءَ سان موڪلايو هليو وڃي. اهو سڀ، ڪي هشياري جو نتيجو ۽ ڪي ايمانداريءَ ۽ سچائيءَ جو.

پوليس انسپيڪٽر: (منهن پاسي ڪري) واه جو ايماندار آهي! غريبن ۽ رنن زالن ڪي به پئسن وٺڻ کان سواءِ سرڪاري دوا نه ڏني، نه ته ٻيهي ٻيهي ٻلي ٻاڙ وڃين. رکو پاڻيءَ جو ٻاٽليون ڀريو منجهس ڪو اٽو وجهيو پيو هلائي. تپ ڪي به اهو، پيٽ جي سور ڪي به اهو. چڱيون دوائون ڪڍيو کوٽ پيو پهچائي.

مياں صاحب: هتي شراب جا گُتا نه هوندا؟ مون ڏٺو ٿي ڪونه. خانصاحب! اوهين برانڊي ڪونه رکو؟

مختيارڪار: توبهه، توبهه! استغفرالله. سائين، مون کي عادت ناهي. آءٌ حاجي آهيان. انهيءَ حرام شئي سان واهپو نه رکندو آهيان. خير، دوا درمل ۾ خدا بخشيندو. ڪو اوهان جهڙو معزز مهمان مثل فرمائيندو ۽ زور ڪندو، يا ڪو گهرو يار صحبت ڪندو، تڏهن سو لاچار سرڪي- ۾ ڪٽي وٺبي آهي سا به لڪي ڇپي. انهيءَ جي ڪفارت لاءِ به پوءِ هڪ- ٻه روز رکُو پوندو آهي؛ ۽ آٺ-ڏهه نفل پڙهڻا ٿيندا آهن. (تڪ اچلائي ٿو) خدا بخشيندو.

مياں صاحب: (کلي) خانصاحب! اهو رستو چڱو آهي، پر آءٌ اهڙو شريعت جو پابنداڻي نه آهيان. آءٌ مولائي آهيان. دل مُنجهندي آهي ته ٻه-ٽي پيڪ پيئي ويندو آهيان. اسان کي به خدا بخشيندو.

مختيارڪار: بيشڪ، خدا غفار آهي، جي مثل

هجي ته پاڻلي گهرائي ونجي؟

مياں صاحب: خير، جي ملي سگهي ته بهتر، نه ته بس. (مختيارڪار انسپيڪٽر کي اشاري ڪري ٿو ۽ انسپيڪٽر نڪري وڃي ٿو.)

مختيارڪار: ڪيئن سائين، اوهين ملڪ گهميا هوندؤ، اسان جو شهر ته نظر ۾ ئي ڪين هوندو؟

مياں صاحب: خانصاحب! وڏا شهر چڱا به آهن، بچڙا به آهن. بمبئي، ڪلڪتو، لاهور، دهلي هندستان ۾ چڱا چڱا شهر آهن. سيئي ڏٺل آهن. بعضي گوٺ ۾ قلم وهائي وهائي ٿڪبو آهيان ته هڪڙي نه ٻي پاسي هواخوريءَ تي نڪري پوندو آهيان، جيئن هاڻ نڪري پيو آهيان. مون کي گهڻن ئي هنڌين سرڪاري نوڪري آڇيائون، پر مون نه ورتي. ڪم ٿو چار پئسا وٺي پاڻ کي ڦاسائي؟ وري هينئر خودمختار ته آهيان.

مختيارڪار: (منهن پاسي ڪري) ڏاڍو پڪو آهي، ڏاڍو پڪو آهي!

مياں صاحب: انهيءَ هوندي به وڏن وڏن آفيسرن سان واقفيت آهي. او گورنر ۽ سنڌ جي ڪائونسلرن سميت. هتي جو ڪمشنر صاحب ته خاص مهربان آهي، جيتوڻيڪ ڪم محرريءَ جو ڪندو آهيان، مگر ايتري هلندي ڏسي، ڪي ڪي ”خانصاحب“ ۽ ”خانبهادر“ به سڏيندا اٿم. (اوباسي ڏئي ٿو) منهنجا ڪيترا خط اخبارن ۾ ڇپيا آهن. ڇو، پڙهندا نه هوندؤ؟ منهنجي

قلم ڪان اوهان جا وڏا وڏا عملدار پيا ڊچندا ڪنبندا آهن. جيترو ڪم منهنجي ڪلڪ ڪندي آهي، اوتري ڪنهن ڪمانڊ يا جنرل جي تلوار به نه ڪندي هوندي. (وزي اوباسي ڏئي ٿو.) وڏا وڏا ماڻهو پاڻهي سڏيو انعام اڪرام ڪن ۽ مهمانيون ڏين ۽ سفارشون گهرن. اڄ خيرپور حڪومت جي تعريف، اڄ حيدرآباد دڪن جي ڳالهه، هي ڪير ٿو لکي؟ آءٌ ٿو لکان. (وزي اوباسي ڏئي ٿو.)

مختياڪار: سائين اوهان کي ننڊ ٿي اچي، حڪم هجي ته ماني رکن ته کائي، پوءِ رات جي لاءِ آرام ڪريو؟

ميان صاحب: آءٌ به چون پيو هوس. بک به آهي، ننڊ به آهي، اڄ به آهي، سمجهو ٿا نه؟

مختيارڪار: سمجهيم سائين. (نوڪر کي سڏي ٿو.) اي احمد، او احمد. (نوڪر ڊوڙي اچي ٿو، تنهن کي) جلد ماني وڏايو.

احمد: سائين، آءٌ پاڻ خبر ڏيڻ ٿي آيس. ماني وڏائي رکي اٿئون، هلو.

مختيارڪار: (ميان صاحب کي) بسم الله، سائين اُٿو.

ميان صاحب: بسم الله. (ٻئي اٿي نڪري وڃن ٿا.)

## پردو چوٿون

### مختيارڪار صاحب جي جاءِ جو ورانڊو

(پوليس انسپيڪٽر، چيف ڪنسٽيبل، ڊاڪٽر، سيڪريٽري، ماستر، زميندار قادربخش نالي ٿوهه سان

عمدن ڪپڙن ۾ گڏ بيٺا آهن. پوليس وارن کي ڊريس پيل آهي. آهستو پيا ڳالهائين ته اندر ڳالهائڻ نه ٻڌجي. فجر جو وقت آهي.)

پوليس انسپيڪٽر: (سيٺي کي) گروهه جي واسطي هٿل نه ڪريو. الاجي اڃا ستو پيو آهي ڪ اٿيو آهي. خبر ناهي ڪڏهن سلام لاءِ سڏ ٿئي!

چيف ڪنسٽيبل: چون ٿا ڏاڍو چيڙاڪ آهي. (قادربخش کي) ڪيئن، ميان قادربخش؟

قادربخش: سائين، ماٺ ڪيو ويٺا هجو. نانوائيءَ واري جاءِ ۾ ڪالهه ذري گهٽ مختيارڪار صاحب سان وڙهي ٿي پيو!

اسڪول ماستر: خانصاحب ٿي ڳالهه ڪئي ته ڏاڍي هلنديءَ وارو آهي. گورنر ۽ ڪائونسلرن توڙي واقفيت اٿس. چيائين ٿي هن پاڻ کي گهٽوئي لڪايو ٿي، پر بعضي بعضي سچيون سچيون ڳالهيون واتان نڪري ٿي ويس، جنهنڪري صاف پئي سمجهڻ ۾ آيو ته ڪير آهي.

انسپيڪٽر: (چيف ڪنسٽيبل کي) بوٽ ته ناهي چڏ. ڪرچ به ڏنگي بيٺي اٿئي، پوري بيهار. چيف ڪسٽيبل اهي ناهي تو. سيڪريٽري توپي پوري بيهاري تو. ڊاڪٽر رومال سان بوٽ چنبڻي تو. زميندار ڏاڙهي ناهي تو ۽ مڇون وٽي تو.

قادربخش: الاجي هڪڙي ـ هڪڙي کي ڌار سڏيندو يا سيني کي گڏ سڏيندو؟

انسپيڪٽر: پاڻهي خبر پوندي.

چيف ڪنسٽيبل: الاجي ڪهڙا سوال پڇندو؟ اڃا ٻه مختيارڪار صاحب اچي پهچي ها ته چڱو هو.

سيڪريٽري: اچهو، مختيارڪار صاحب ٻه اچي ويو. (سڀئي ڪيس سلام ڪن ٿا.)

مختيارڪار: (انسپيڪٽر کي) هشيار ۽ خبردار رهجو، سڀئي قطار ۾ ٺهي ٺڪي بيهو. پهريائين انسپيڪٽر، پوءِ چيف ڪنسٽيبل، تنهن کان پوءِ سيڪريٽري، ڊاڪٽر، اسڪول ماستر، پوسٽ ماستر ۽ سڀ کان پوءِ زميندار قادربخش. آءٌ توهان کي ڏسڻ لاءِ ۽ ٻڌائڻ لاءِ آيو هوس. هاڻ وڃان ٿو، الاجي هڪڙي-هڪڙي کي گهرائي يا سڀني کي گڏ؛ جي سڀني کي گڏي گهرائي ته اوهين سڀئي گڏجي، سلاميءَ تي وڃي بيهجو. متان سڏي وٺي يا گهمڻ نڪري. اهو ٻه تاڪيد ڪيو هئائين ته سيڪو پاڻ سان کي پئسا موجود رکي. متان اوچتو ڪٿي گهرجي ٻه وڃن يا ڏيڻا پون، حساب پوءِ پيو صفا ڪبو. مون انهيءَ مهل اوهان ڏي چوائي موڪليو هو. (اتي جاءِ جو دڙ ڪڙڪي ٿو. سڀ چرڪ پري ڪڙا تي بيهن ٿا. خانو نڪري اچي ٿو، تنهن کي ڏسندي ئي سڀ نٽڙي سلام ڪن ٿا.)

خانو: سائين، اوهين سڀ هيڏي هن پاسي تي اچي ويهو. اوهان مان هڪڙو-هڪڙو تي، اندر اچي، صاحب سان

ملاقات ڪندو. (سڀ هن جي پٺيان وڃي، هڪ پاسي تي ٿي بيهن ٿا.)

مِيان صاحب: (نوڪر کي وڏي سڏ) خانو، او خانو.

خانو: (ٻاهران) حاضر سائين، آيو سائين.

(ٻاهر سيٺ چون ٿا. آواز ته وڏي ڪڙڪي وارو اٿس. اندر هلي ڏسجي ته ڇا ٿو ٿئي!)

مِيان صاحب: ڪيئن ماڻهو سيٺي اچي ويا آهن؟

خانو: هائو سائين، حڪم ٿئي ته هڪ-هڪ کي سڏي وٺان؟

مِيان صاحب: هائو ائين ڪر. (پنهنجي منهن ڇوي ٿو) راتوڪي مٿيل ڪرڻ ۽ پٽڻ مٿان پٽ بيٺو ڪري مٿو پيو سور ڪري، پاڻيءِ ته وري سمهي رهجي. پيا وري راتوڪا خمار. هتي جا ماڻهو چڱا ٿا ڏسجن، مختيارڪار سميت. پورڙا آهن تنهن ۾ ته شڪ ڪونهي. هاڻي هڪڙي-هڪڙي سان ملاقات ڪريان. ڏسان ڪهڙي پاڻيءَ ۾ آهن! (هٿ ملي ٿو) هٿن ۾ خارش ٿي پيئي آهي، چوندا آهن ته "هٿ خارش ڪن ته ڏن ملي." ڏسان! بخت آزمايان! مختياڪار ڀٽي ته اڳيئي ڪرائي آهي!

(اتي انسپيڪٽر اندر اچي ٿو. ٻپ ڪان ٽنگون ٽڙڪنس ٿيون. دستور موجب سلام ڪري بيهي رهي ٿو.

انسپيڪٽر: سائين، پوليس انسپيڪٽر جو سلام قبول ٿئي.

مياں صاحب: (اُٿي هٿ ڏئيس ٿو) ويهو سائين، (ڪرسيءَ ڏي اشارو ڪري) خوش آهيو؟

انسپيڪٽر: (ويهي ٿو) سلامت هجو.

ميان صاحب: اوهين پوليس جا انسپيڪٽر آهيو؟

انسپيڪٽر: ائين سائين، ڏهه ورهيه ٿيندا جو هتي انهيءَ عهدي تي آهيان.

ميان صاحب: گهڻا ڏينهن هڪ هنڌ رهيا آهيو. جڳهه مان فائدو هوندو، نه ته جيڪر البت بدليءَ سدليءَ جي ڪوشش ڪريو ها؟

انسپيڪٽر: (پنهنجي منهن، پاسي تي) ضرور خبر پئي اٿس. گرو ڪري ته سڪ مان وقت ٽري. (وڏي سڏ) سائين، بدلي سرڪار جي وس آهي، اوهان حاڪمن جي وس آهي. چڱيءَ طرح نوڪري پئي ڏني اٿم، مختيارڪار صاحب کي به سُڌ آهي. (انسپيڪٽر جي ڪوٽ جي مٿئين کيسي مان نوٽ جي ڪُنڊ پيئي ڏسجي.)

ميان صاحب: اهو کيسي ۾ ڇا اٿوَ، نوٽ ٿو ڏسجي؟ (کلي) ياڻئجي ٿو ته ڪٿان تازو شڪار لڳو اٿو؟

انسپيڪٽر: (دٻ ۾، نوٽ کي اندر ڌڪي) نه سائين، ڏٺي رکي وٺي. برابر اهي نوٽ آهن. اڳ ڳڻتي ڪري ساڻ کنيا هئم ته متان سائين گهمڻ نڪري ۽ گهرجي به وڃن. اسان جي مختيارڪار صاحب سيني کي حڪم ڏيئي ڇڏيو هو، رکو اڳ ڳڻتيءَ ڪري.

**مياں صاحب:** (ڪلي ۽ هٿ مَلي) مختياڪار صاحب اڳ خبردار ۽ پيش بين آهي. هتي جا عملدار خبردار ٿا ڏسجن، ڏاڍا چالاڪ آهن! ڪيون، ڪيون. ته ڏسون ته سهي ته هتي جا نوٽ ڪهڙا ٿيندا آهن!

**انسپيڪٽر:** (هٿ ڏڪنس ٿا، ٻه نوٽ ڪڍي ڏئي ٿو.) اچي سائين.

**مياں صاحب:** (نوٽ ڏسي) ٻن سون رپين جا نوٽ آهن! واه واه، آڌارا ڏيئي سگهندؤ ٿورن ڏينهن تائين؟ جي نه ڏيئي سگهو ته وري ونو.

**انسپيڪٽر:** بيشڪ رکو، حرڪت ناهي، چو نه ڏيئي سگهندس.

**مياں صاحب:** مون پنهنجا پئسا هڪڙيءَ نه ٻيءَ شئي تي پئي خرچيا آهن، سب ڪپائي ويهي رهيو آهيان. مختيارڪار صاحب کي خبر آهي. تڏهن ته شايد اوهان کي پئسن ڪٺڻ لاءِ چيو اٿس.

**انسپيڪٽر:** تنهن جو چاهي، تنهن جو چاهي. اهي به اوهان جا احسان، جو مون جهڙي عملدار کان آڌارو ٿا ونو. وري ملي پوندا، حرڪت ڪانهي. ٿورو ماٺ ڪري (پنهنجي منهن) هاڻ پڇجي ته چڱو، وري الاجي ڇا ٿا پڇي؟ (اٿي ٿو) سائين، معاف ڪجو. هاڻ رخصت ٿو وٺان.

**مياں صاحب:** اٿين ڪيئن؟ چڱو، ڀلي آيؤ. (اٿي هٿ ڏيس ٿو.)

انسپيڪٽر: (سلام ڪري وڃي ٿو، ويندي پنهنجي سنهن ڇوي ٿو) هاڻ ملڪ سڄو پنهنجو آهي، ڪَنَ ۾ سندس.

مياں صاحب: (هيڪلو) انسپيڪٽر چڱو ماڻهو آهي. (نوٽ ڪيسي ۾ وجهي ٿو) مزو ٿئي جي پين سان ۾ اهڙا ڪاغذ هجن! (اتي چيف ڪنسٽيبل اندر اچي ٿو ۽ سلام ڪري بيهي ٿو.)

چيف ڪنسٽيبل: سائين، چيف ڪنسٽيبل جو سلام قبول ٿئي.

مياں صاحب: (اٿي هٿ ڏئيس ٿو) سلام، سائين. خوش چڱا ڀلا آهيو؟ ويهو. (هُو ويهي ٿو) مون اوهان ڪي ڪالهه ٿاڻي ۾ ڏٺو هو. تمام چڱو بندوبست هو.

چيف ڪنسٽيبل: حضور جي نوازش آهي. غلام محنت ڪندڙ آهي، پنهنجي مانيِ حلال ڪري کائيندو آهي. سرڪار جي اقبال سان هتي ڏوهه ٿئي ڪونه، جي ڪو ٿئي ته به ڏوهاري ضرور جهلجي.

مياں صاحب: (کلي) چور نه، ته چاڪي ٿي سهي؟

چيف ڪنسٽيبل: (ڏپ ۾) نه سائين، هتي ائين نه ٿيندو آهي، مختيارڪار صاحب کي روشن آهي. اسان جون ڊائريون گهٽو ڪري خالي پيون آهن، جو ڏوهه گهٽ آهي، کي ٻه-ٽي ورق پريل آهن، پيو سڀ خير.

مياں صاحب: اها خوشيءَ جي ڳالهه آهي، اها اوهان جي تعريف آهي، گهرجي به ائين.

چيف ڪنسٽيبل: (ٿوري ماٺ ڪان پوءِ) سائين، هاڻ رخصت ملي. (اُٿي ٿو)

ميان صاحب: (اُٿي) چڱو، ڀلي آيؤ. (هن کي هٿ ڏئي ٿو، هو هلي ٿو. وري پٺيان سڏ ڪري ٿو) مون کي اوهان جو نالو وسري ويو؟

چيف ڪنسٽيبل: سائين، نورنگ خان.

ميان صاحب: هائو هائو، نورنگ خان. ميان نورنگ خان! مون کي هڪڙي ڳالهه چوڻي آهي؟

چيف ڪنسٽيبل: (پنهنجي منهن ڌپ ۾) ياالله، خير ڪجئين. (وڏي سڏ) سائين فرمايو.

ميان صاحب: مون وٽ جيڪي پنهنجا پئسا هئا، سي خرچجي ويا آهن. اوهين ڪو سؤ - ٻن جو بندوبست ڪري سگهندؤ؟ آڌاري طور.

چيف ڪنسٽيبل: ڇونه سائين، ٿي سگهندو. سؤ رپيو ته مون ساڻ آهي. (کيسي مان نوٽ ڪڍي ٿو) سائين قبول فرمائي. (ڏئي ٿو، ميان صاحب وٺي ٿو.)

ميان صاحب: گهڻي مهرباني، گهڻي مهرباني. آءٌ وڃڻ کان اڳ اوهان کي پهچائي ڏيندس.

چيف ڪنسٽيبل: حرڪت ڪانهي. (وڃي ٿو.)

ميان صاحب: (هيڪلو، ڪلي) شاباش، شاباش! پانڇجي ٿو ته هت نوٽ سستا آهن. يا الاجي هت ڇاپ ٿيندا آهن، جيڪو ٿو اچي، تنهن جي کيسي ۾ نوٽ! (اتي ميونسپل سيڪريٽري گهڙي اچي ٿو ۽ سلام ڪري ٿو.)

سيڪريٽري: نياز ٿئي.

مياں صاحب: سلام سائين. اوهين ڊاڪٽر صاحب آهيو؟

سيڪريٽري: نه سائين، آءٌ ميونسپل سيڪريٽري آهيان. ڊاڪٽر صاحب مون کان پوءِ ايندو.

ميان صاحب: او، سيڪريٽري صاحب! خوش چڱا ڀلا آهيو؟ ويهو. (هو ويهي ٿو) اوهان جو شهر گهمي ڏاڍو خوش ٿيس. ڀڪ آهي ته اهڙي صفائي ٻئي ڪنهن شهر ۾ ٿوري هوندي. بيشڪ، هتي جا سڀ عملدار جانفشانيءَ سا ڪم ڪن ٿا. اوهان کي آفرين آهي.

سيڪريٽري: سائينجن جي مهرباني آهي. جيڪا محنت پڄي سگهي ٿي، سا ڪجي ٿي. تنهن هوندي به پگهارو ٿورو، ڪتنب وڏو. گهٽ ڏينهن کان اضافو ڪونه مليو آهي، سائينجن مختيارڪار صاحب کي پارت ڪندا ته اضافو ملي پوندو، جو ميونسپل ڪمشنر سڀ هن جي هٿ ۾ آهن.

ميان صاحب: او، بيشڪ اوهان کي اضافو ملڻ گهرجي. آءٌ خانصاحب کي گهڻو تاڪيد ڪندس.

سيڪريٽري: مهرباني سائينجن جي.

ميان صاحب: ديوانصاحب! هتي پئسا وياج تي ڪيئن ملندا آهن؟ ملندا آهن يا نه ملندا آهن؟

سيڪريٽري: چونه، سائين ملندا آهن. گهرجن ڇا؟

ميان صاحب: هائو. مون کي پئسي جي گهرج آهي، جيڪي پئسا هئا، سي کپي ويا آهن، جيسين پيا اچن، تيسين البت گهرجن.

سيڪريٽري: (ڪيسي مان نوٽ ڪڍي) سائين، سڀ مان پورت ٿي ته حضر آهن. مون به هاندي ڪيسي ۾ وجهي ڪنيا، ڇم مٿان ڪٿي گهرجي وڃن. سائين بيشڪ پنهنجي ڪم لڳاء، پوء ملي پوندا، حرڪت ڪانهي.

ميان صاحب: مهرباني اوهان جي، ديوانصاحب! (نوٽ وٺي ٿو) آءٌ خوش ٿيو آهيان.

سيڪريٽري: (ٿورو ماٺ ڪري) سائين، هاڻ رخصت ٿئي؟

ميان صاحب: (اٿي) ڀلي آيؤ، ڀلي آيؤ. (سيڪريٽري نڪري وڃي ٿو. ميان صاحب هيڪلو، ڪلي) منهنجي ڳالهه برابر آهي، هٿي پانڄي ڏو ته نوٽن جو مٺهن وسندو آهي. نوٽ به سڀ نوان نوان آهن! اهڙو ڏسڻو پنن جو ملي ته ڪٿي هڪڙو ڪتاب جلد ٻڌايان! (اٿي ڊاڪٽر لنگهي اچي ٿو، تنهن ڪي ڏسي) او، ڊاڪٽر صاحب، ڊاڪٽر صاحب.

ڊاڪٽر! سلام سائين. (سلام ڪري ٿو).

ميان صاحب: ويهو، ڊاڪٽر صاحب! (هو ويهي ٿو) سڀ ڪان وڏيڪ اوهان جي اسپتال مون کي وڻي؛ خصوصاً جيڪي هنڌ وڇايا پيا هئا! مختيارڪار صاحب به اوهان جي گهڻي تعريف ٿي ڪئي.

ڊاڪٽر: صاحبهادر جن جي مهرباني. جيڪي ٿي سگهي ٿو، سو ماڻهن جي فائدي لاء ڪجي ٿو.

ميان صاحب: ڪرڻ به ائين گهرجي. (ٿورو ماٺ

ٺئي ٿي) ڊاڪٽر صاحب، اوهان ڪي پگهار پورو پنو ملندو هوندو، نه ته جيڪر اوهان ڪي ڪن پئسن اڌارن ڏيڻ لاءِ چوان؟ (ڪلي) گهرج به هڪڙي بيماري آهي، وڏو مرض آهي، اوهان وٽ ضرور انهيءَ جي دوا هوندي؟

ڊاڪٽر: سائين، بيشڪ، پگهار پورو پنو آهي، باقي اڌارن پئسن جو بندوبست مختيارڪار صاحب معرفت ٿي پوندو.

ميان صاحب: البت انهيءَ ڪان ٿي سگهندو، جي ان کي چوان، پر مون اوهان ڪان ٿي پڇيو؟

ڊاڪٽر: فيالحال ته سائين، مون وٽ چاليهن-پنجاهن رپين جا نوٽ آهن، جي گهرجن ته حاضر آهن؟

ميان صاحب: گهرجن ته گهڻا، ليڪن فيالحال اهي به چڱا. (ڊاڪٽر اٿي، ڏهين-ڏهين رپين وارا پنج نوٽ ڏئي ٿو. ميان صاحب وٺي ٿو) اڌارا سمجهجو. اميد آهي ته اتيئي هوندي، آءٌ اوهان کي موٽائي ڏيندس.

ڊاڪٽر: نه سائين، حرڪت ڪانهي. اهي به سرڪار جا ڏنل، اوهان جا ڏنل آهن.

ميان صاحب: سلامت هجو. (ماٺ ٿئي ٿي) اڇا ٻاهر کي پيا به ملاقاتي آهن؟

ڊاڪٽر: هائو سائين، ٻه-ٽي چڙا آهن. (ٿورو بس ڪري) هاڻ سائين، اجازت ٿئي. (اٿي ٿو)

ميان صاحب: چڱو، ڊاڪٽر صاحب! اوهان جي مهرباني. (اٿي هٿ ڏئيس ٿو. هو وڃي ٿو. ميان صاحب

هيڪلو، نوٽ ڏسي) ويهه ۽ ويهه چاليهه ۽ ڏهه= پنجاهه.

(نوٽ کيسي ۾ وجهي) سي وري به نوٽ! آڻ نوٽ، آڻ نوٽ! (اتي اسڪول ماستر اچي ٿو.)

مياں صاحب: اچو، ماستر صاحب. (اتي هن کي هٿ ڏئي ٿو) ويهو. (ماستر ويهي ٿو) ڪالهه اوهان جي اسڪول ۾ تہ ماڪوڙين وانگي چوڪرا هئا؟ انصاف اوهان جا جو انهيءَ ڪتڪ سان ٿا گذاريو!

ماستر: بس سائين، لاچار پيو مٿو مارجي.

مياں صاحب: چوڪرين بوڪريون اوهان وٽ ڪين پڙهن؟ ڪن اسڪولن ۾ پڙهنديون به آهن؟

ماستر: سائين، زنانن اسڪولن ۾ پڙهنديون آهن؛ ٻيون خانگي مڪتبن ۾ يا مسيتن ۾ پڙهنديون آهن؛ سرڪاري اسڪولن ۾ ڪين پڙهن.

مياں صاحب: مون ٻڌو هو تہ هتي به پڙهنديون آهن. وڏين وڏين چوڪرين کي سبق ڏيڻ به هڪڙي فرحت آهي. مون کي بيو ڪم نہ هجي تہ جيڪر آءٌ چوڪرين جو مڪتب کولي ويهي رهان. (ٿورو بس ڪري) پر ماستر صاحب! ڪي پئسا ساڻ اٿو؟ ضرور هوندو. مون کي خبر آهي تہ هتي جا سڀ عملدار اڳ ڳٽيءَ وارا آهن. مختيارڪار صاحب چڱو ماڻهو آهي. سيني کي تاڪيد ڪري ڇڏيو اٿس، آهي نہ؟

ماستر: (ڪلي) سائين، پنج-ڏهہ رپيا آهن. (ڪڍي ٿو)

ميان صاحب: بس، پنج، ڏهه! ٺهيو اوهان پڌو هوندو ته مون کي پئسي جي گهرج آهي. جيسين منهنجا پئسا اچن، تيسين اڌارن وٺڻ ۾ شرم ڪونهي؟

ماستر: (هٿ ڊگهو ڪري ڏئي ٿو) سائين، جيڪي آهن، سي حاضر آهن. ڏهه رپيا آهن.

ميان صاحب: ڇڱو حرڪت ڪانهي، في الحال ڪم اچي ويندا. انشاءالله، موٽي اوهان کي ملندا. (ڪلي) اوهين ڇوڪرن جي پيئڻ کان "جـُماڳي" وٺندا هوندؤ پر اسين مسافر وري اوهـان آخوندن کـان جـُماڳي وٺندا آهيون.

ماستر: (ڪلي) بيشڪ سائين، اوهان جو اسان سيني تي احسان آهي. (تورو ماٺ ڪري، اٿي ٿو) سائين، هاڻ وڃڻ جي اجازت آهي؟

ميان صاحب: ڇڱو ماستر صاحب، ڀلي آيؤ. قسمت آهي ته وري ملنداسين. (ماستر وڃي ٿو. ميان صاحب هيڪلو) ڪاغذ وٺي وٺي ٿڪجي پيو هـوس. مس مس چانديءَ منهن ڏيکاريو. نهيو، تماڪ يا شراب يا ڪباب تي پوندو (اتي پوسٽ ماستر اچي ٿو ۽ سلام ڪري ٿو.)

ميان صاحب: اچو سائين، اوهين ڪهڙي عهدي تي آهيو؟

پوسٽ ماستر: آءٌ سائين، پوسٽ ماستر آهيان.

ميان صاحب: هائو، پوسٽ ماستر صاحب، خـوش آهيو؟ (هو ويهي ٿو) هتي ڀـلو ڪم ته ڪونه هوندو؟

پوسٽ ماستر: سائين، ڪم پورو پئو آهي. ڪڏهن گهٽو آهي، ڪڏهن ٿورو.

ميان صاحب: مني آرڊر ۽ سيونگ بئنڪ جو ڪم ٿورو ڪ گهٽو؟

پوسٽ ماستر: اهو البت گهٽو آهي: هتي ڪامورا به آهن، جن جا ٻار ٻچا ڳوٺ آهن، تن ڏي پئسا موڪليندا آهن. پيو، هتي البت شاهوڪار به رهن ٿا. آن جو گهڻو واپار هلندڙ آهي. ڏيساور سان واپار هلندو آهي.

ميان ضاحب: اها چڱي ڳالهه ٻڌايو. منهنجا ڪي مني آرڊر يا رجسٽر خط اوهان وٽ آيا ته ڪين؟ ڏسو متان اوهان جي آفيس ۾ رجسٽرن مان ڪاغذ ڪڍن، هوندا نوٽ.

پوسٽ ماستر: سائين اهڙي ڳالهه هتي نه ٿيندي. اچا ته اهي ڪين آيا آهن.

ميان صاحب: اڄٽا آهن، جلد اچن ته چڱو، مون کي آنن- ڏهن سوَن رپين جي گهرج آهي، اچي وڃن ته چڱو. پر اوهان وٽ ڪي ڪڏ ٿيا هجن ته مون کي ڏيئي سگهندؤ؟ پوءِ اچ-سيان مون وارا پئسا اچنو ته اهي لاهي، باقي مون ڏي موڪلجو.

پوسٽ ماستر: (البت خيال ڪري ٿو) سائين، ايترا ته ڪين هوندا، باقي هڪ سؤ جا، سي نوٽ مون سان آهن. هيڏي اچڻ مهل مني آرڊر ٿيڻ لاءِ ٻن- چئن ماڻهن ڪان مليا هئا. هنن کي رسيد ڏيئي

هيڏي سائينءَ جي سلام تي هليو آيو، ٻئي ٻه نه ڪيم، اهي حاضر آهن. (کيسي مان ڪڍي ٿو.)

**ميان صاحب:** هڪ سؤ؟ چڱو هڪ ڏي سؤ، باقي لاءِ ٻئي هنڌان بندوبست ڪندس. (نوٽ وٺي ٿو.) اڄ يا سڀاڻي منهنجا پئسا اچنوَ ته اهي ڪڍي، باقي مون ڏي موڪلي ڏجو. ٻه-چار مني آرڊر ۽ رجسٽر ايندوَ. ميان شرف الدين جي نالي هوندا ـــ منهنجو نالو تم ٻڌو هوندوَ؟

**پوسٽ ماستر:** چڱو سائين، حرڪت ڪانهي. (ٿورو بس ڪري) سائين، ٻي ڪا خدمت؟

**ميان صاحب:** ٻيو خير آهي، پوسٽ ماستر صاحب. (پوسٽ ماستر وڃي ٿو. پاڻ هڪلو ڇوي ٿو نوٽ، نوٽ، نوٽ! الاجي باقي ڪيترا ماڻهو آهن. اتي قادر بخش زميندار اچي ٿو ۽ نئڙي سلام ڪري ٿو.)

**ميان صاحب:** اچو وڏيرا صاحب، پاڻ ته ڪالهه به گڏيا هئاسين، خوش چڱا ڀلا آهيو؟

**زميندار:** حضور جن جو خير هجي، اسين سڀ حضور جي اقبال کي دعا ٻيا ڪريون.

**ميان صاحب:** ڪيئن، ڪا خبرچار، ڪو ڪم ڪار؟

**زميندار:** حضور ملڪ ڪمن جا آهن، چيو نه هوندا! رکيو مختيارڪار صاحب کي پارت ڪندا تم هزار جريبن جي درخواست ڏني اٿم، سو مهرباني ڪري بنا حق قبضي مون کي ڏين. ديهه جو وڏو زميندار

آهيان، پيو منهنجي پٽ کي ڪرسي بہ ملي ۽ ليسن بندوق ۽ ترار جو بہ ملي.

ميان صاحب: او— انهيءَ ۾ ڇا آهي. زمين تہ اوهان جي زمين سان لاڳو هوندي، اوهان جي مهاڳ ۾ آهي ڪِ پين جي؟

زميندار: سائين، بنهہ منهنجي زمين سان لڳ آهي. اصل ۾ اها اسانجن وڏن جي هئي. (ميز تي آڱر سان ليڪا ڪڍي ڏيکاري ٿو) هيءَ آهي منهنجي ڪاتي زمين ۽ هيءَ آهي اُها مهاڳ واري زمين.

ميان صاحب: تڏهن بيشڪ اوهان جو حق آهي! آءٌ مختيارڪار صاحب کي چڱي طرح سمجهائيندس. ضرور اوهان کي ملندي، ڪرسي ۽ ليسن جو بہ بندوبست ڪندس. (ٿورو ماٺ ڪري) پر وڏيرا! ڪو هزارڪن رپيا آڏارا اوهان جي معرفت ملي سگهندا؟ اسان جي خرچ جا پئسا کٽي ويا آهن، ڏينهن ـ ٻن ۾ ايندا، پوءِ پهچائي ڏبا.

زميندار: قربان ٿيان، ملي سگهندا، بندوبست ڪبو تہ.

ميان صاحب: سا ڻ ڪين اٿوَ، ڪيترا ساڻ اٿوَ؟

زميندار: سائين، ساڻ تہ پئسو ڪونهي. باقي اڄ شام تائين جڃها ٿي پوندا.

ميان صاحب: او—بيشڪ ٿي پوندا. ڀلا، اها هٽ ۾ چاجي منڊي اٿوَ؟ ڏسجي تہ سوني ٿي، هيرو آهي

يا پڪراج؟ (زميندار لاءِ ڏيکاري ٿو) واه جي منڊي آهي! هتي چڱيون منڊيون ٿا ناهين!

زميندار: حضور جي ملڪ آهي. حضور پلي پاڻ وٽ رکي. حضور جن ڏهاڙي اسان وٽ ٿا اچن.

ميان صحب: گهڻي مهرباني، گهڻي مهرباني. (منڊي کيسي ۾ وجهي ٿو.) هيءَ اوهان جي نشاني مون وٽ رهندي، آءٌ اوهان کي ياد پيو ڪندس. تڏهن هاڻ، هُمن پئسن جو بندوبست ڪو نه ڪجو.

زميندار: جيڪا سائينءَ جي مرضي. (ٿورو ماٺ ڪري) ٻي ڪا ڪار خدمت؟

ميان صاحب: ٻيو سڀ خير آهي. شاباس، جس هجيوَ. (زميندار وڃي ٿو. هيڪلو ٿو ملي) واه، نوٽ به آيا — چاندي به آئي — سون به آيو — جواهر به آيو، هرقسم جي دولت موجود. (مٿ ملي ٿو) ٻيو ڪونهي. هتي چڱا چڱا ماڻهو آهن. پڻهي وارا به ٿا ڏسجن. مون کي پرندي نڪ پيو هو ته مون کي ڪو وڏو سرڪاري آفيسر ٿا سمجهن، الاجي ڊپٽي ڪليڪٽر ڪ ڊپٽي ڪمشنر! ڪيئن نه نوڙي سلام پئي ڪيائون! آهن بيشڪ پورڙا — مٽ جا موڙها، گيڊ جا گوڙها. هاڻ ڏسان ته ڇا گڏ ٿيو آهي. (کيسي مان نوٽ ڪڍي ڳڻي ٿو.) ٻه سؤ مختيارڪ وارا ڪالهوڪا، ٻه سؤ انسپيڪٽر جا، سي چار سؤ. سؤ چيف ڪانسٽيبل جو ۽ سٺ سيڪريٽريءَ جا پنج سؤ سٺ. پنجاهه ڊاڪٽر جا ڏهه ويچاري اسڪول

ماستر جا، ست سؤ ويهه، تنهن سان سوني منڊي! جڄهو ٿيو، جڄهو ٿيو! هاڻ پلي پٺاڻ مون ڪان ڪٽي وڃي، ڪن ۽ ٻه سندس. واه جا ماڻهو آهن، مزي جهڙا مرون آهن! سيٺي جو آءُ وڏو بيان لکي ٿو موڪليان، پلي ته ڪي پڙهي ڪلن. (اُتي مس، قلم ۽ ڪاغذ ڪڍي، ويهي خط لکي ٿو. خط لکندي، سندس نوڪرخانو اچي ڪنڌ ۾ بيهي ٿو، تنهن کي ڏسي، ڪيئن خانو، تون سکيو ته آهين؟

خانو: سائين، اوهان سکيا تہ آءُ سکيو. (ڪلي) سڀ فرحتون آهن: ماڻيون ڏيو ٿيون، خرچيون بسيار، مان گهڻو ۽ سيڪي موجود.

خانو: سائين، اوهين بہ اڄ چهرا ٿا ڏسجو؟

ميان صاحب: (لکي بہ پيو، کلي)، ماڻ ڪيو ويلو هڄ، خدا مشڪل ڪٽي آسان ڪيو.

خانو: سائين، اچا گهڻا ماڻهو ايندا، پيا پڇائين، مڙئي ايندا. پر سائين، جيئن اڳيرو نڪرجي، تيئن چڱو، متان ٽپڙ ظاهر ٿي پون.

ميان صاحب: دلجاءِ ڪر، چڱو بندوبست ڪنداسين.

(اُتي خط لکي بس ڪري ٿو ۽ لفافو بند ڪري متس لکي ٿو. پوءِ خانوءَ کي) هان، هيءُ خط ڪٺي وڃي ٽپال ۾ وجهہ. پوءِ مختيارڪار صاحب جي ماڻهن کي حڪم وڃي ڏج تہ اسان جي لاءِ بہ مهري آڻ تيار ڪن. اسين ڏري ڪان پوءِ هتان نڪرنداسين. اسٽيشن تي اسان کي ڇڏي ايندا. منجهند واري گاڏيءَ

۾ ضرور ويندا سين. (خانو خط وٺي نڪري وڃي ٿو. اتي ٻاهران مائهن جو ڳالهائڻ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. خانو سگهوئي وري اندر اچي ٿو.)

**خانو:** سائين شهر جي پنچات آئي آهي. وڏو تالهه مٿي تي اٿن.

**ميان صاحب:** تڏهن وري اهي اچي مٿو کائيندا. انهن مان ڪي ڪجهه ملندو يا نه؟ سڏين ته ٻئي پير روانو ڪريان. (پاڻ اتي ميز وٽ در جي سامهون ويهي رهي چڻ ٿو. خانو ٻاهر وڃي ٿو. پنج- آٺ واڻيا اٿا. هڪڙي ڪي ٿالهه مصريءَ جو آهي، جو ڪپڙي سان ڍڪي زمن تي رکي ٿو. انهن سان گڏ ٻه- چار راڄ جا مسلمان به آهن. سيئي سلام ڪن ٿا.)

**ميان صاحب:** ڪيئن پائي، ڇا خبر آهي؟ هيترو گوڙ ڪري هليا آهيو.

**هڪ واڻيو:** حجور، اسان سان جلم آهي. هجور ماءُ- پيءُ آهي. اسان جو انصاف ٿئي. جي مرجي حجبو ته ويهاريو، نه ته لڏي وڃون.

**ٻيو واڻيو:** حجور، اسان سان جٺ آهي. سڀ جي اسان تي ٽڪ نالت پئي پري. ’ٻڌي ٻيڙيءَ ۾ واڻيو ٻوڙو‘ چوڏاري قرمار پئي پوي.

**ٽيون واڻيو:** حجور، پيءُ- ماءُ آهي. دانهن نيٺ سرڪار کي ڏينداسين، ٻيو ڪنهن کي ڏينداسين! ’ڇڪ مڇجهندي آهي ته سچ ڏي ڏسبو آهي.‘

**ميان صاحب:** ڇو پائي، ٻيو ته خير آهي؟

هڪڙو واڻيو: سائين ڪير ڪونهي، اسان کي ڪاردار ڦري چٽ ڪري ڇڏيو آهي.

ٻيو واڻيو: رڳو ڪاردار ٿو چوين؟ ڇا انسپيڪٽر، ڇا صوبيدار، ڇا ٽپال ماستر، ڇا ڊاڪٽر ڇا ٻيا. سڀني ڄلم مچائي ڏنو آهي. اسان جو ڪانو ڪراب ڪري ڇڏيو اٿن. سنجهه صبح موچڙن جي منهن ۾ آهيون: اڄ هي ڏيو، اڄ هو ڏيو. ملڪن ۾ هڪڙي ٽيڪس پڄجي، اسان تي ڏهاڙي نيون نيون ٽيڪسون پيون پون. ڏهاڙي چندا ٻيا ڙا ٿين.

ٽيون واڻيو: سائين، شڪر جو هتي جج ڪونهي، نه ته اهو به هنن جي سنگت ۾ اهڙو هجي ها ۽ اسان جون دعوائون ٺپ بوڙي ڏئي ها، جيئن پاسي واري پاڳي ۾ پڄجي ٿو ته پيو ٿئي!

چوٿون واڻيو: سائين، هتي جي ڪامورن جي ڪهڙي ڳالهه ڪريون: گاهه ٻاهران اچي، ڪاٺيون به ٻاهران اچن، گيهه ٻاهران اچي، چانور ٻاهران اچن، چيلا ٻاهران اچن، سيڪي ٻاهران اچي، هڪڙن جا اُٺ، ٻين جا گهوڙا، ٽين جون ڳئون. مرڳو سندن گهر ۾ تيل به ميونسپالٽيءَ جو ٻري! تنهن کان سواءِ، ڪٿي ڪو معاملو نه اچي، نه ته فريادي به ڦرجي، جوابدار به ڦرجي ۽ شاهد ويچارا به ڦرجن؛ نه ته ماڻهو پيٽ تي ته ڳاريون جهليو وڃن.

پهريون واڻيو: وري سائين، آئي ڪا مقدمي ۾ سهڻي جال (زال) ته مقدمو ويندو اِنگهندو. نيٺ، جڏهن

مطلب ٿئين، تڏهن جند ڇٽي؛ ڪر ڪو وڪيل ته قدمي هلائڻ لاءِ حاجري رکن تعلقي جي ٻيءَ ڪنڌ تي ته پلي رلي مرن؛ جي اچي پهچن، ته به حاجري پئي هند تي. (مٿو پٽي ٿو) اسان سان جلم آهي. اسين واٽيا آهيون، آجهو، هو مسلمان ويٺا آهن.

ٻيو واڻيو: ٻيو سائين، ڏاڙهيءَ پٽ پئي پوي؛ ڇيو نه ميچ ته موچڙو پيو ڦهڪو ڪري. انهن ڪامورن کي ڏسي، سندن منشي، سندن پٽيوالا، سندن نفر رڻ ٻاريو ڏين.

ٽيون واڻيو: انهيءَ کان ميرن جي صاحبي وري به چڱي.

هڪڙو مسلمان: سائين، ورهيه ٿي ويا آهن ته بدلي به ڪانه ٿي ٿئين، جهان جون پيسون بدليون ٿين، هنن کي اسان جو تعلقو الاجي ڪيئن ته مليو آهي، کي ڏاج ۾!

ٻيو مسلمان: بدلي ڇو ڪرائين، مهني-ٻي سڀ گشت جو مينهن ڪري، پڳا بيٺا آهن. ڪير ٿو ڏسي، ڪير ٿو وائسي.

ٽيون مسلمان: سائين، تنهن ڏينهن، ڪاردار منهنجي زال کي صوبيدار کان مار ڏياري اٿس؛ چوٽيءَ کان وٺي ماٺهن جي اڳيان گهليو اٿس.

ميان صاحب: اوهين منهنجو مغز کائي ويڻ. ڇو ٿا مختيارڪار جي گلا ڪريو، هُو حاجي، نمازي چڱو مڙس. ڇو ٿا هن جي گلا ڪريو؟

پهريون مسلمان: ڇگو حاجي آهي، ڇگو نمازي آهي. (کلي) سائين، آءٌ ايمان جي ڳالهه ڪريان انهيءَ ڏينهن زمين جي معاملي ۾ ڏنم ته منهنجو حق ٿو بوڙي، تڏهن سندس نوڪر جي صلاح تي، صبح جو سوير وٽس لنگهي ويس. نماز ويٺي پڙهيائين. مون به سؤ رپئي جو نوٽ وٺي رکيو هو، جو سندس نوڪر چيو ته ونندو ٺي نوٽ آهي ۽ سؤ رپئي کان گهٽ به نه ونندو آهي. ڪيس مصلي تي ويٺل ڏسي، آءٌ موٽيو ٿي ويس. نوٽ هٿ ۾ هئم، سو ڏسي، هٿ سان جهليائين. وظيفو ٿي پڙهيائين، تنهنڪري ڳالهايائين ڪين. مصلي جي ڪنڊ ڪٽي "هون هون" ڪري، اشارو ڏنائين ته هتي رکي وڃ. ياٺيائين ته هتان آيل شڪار نه موٽي وڃي. آءٌ مصلي هيٺ نوٽ رکي هليو ويس. تڏهن مس منهنجي زمين بچي، نه ته ملي ها ڦٽي ڪي. ڇگو نمازي آهي!

مياں صاحب: هاڻ بس ڪريو، گهڻو ڳالهايو، مون سمجهيو. مختيارڪار ڪو نالائق ٿو ڏسجي. ماڻهن ويچارن کي ڏاڍو آزاريو اٿس. دانجاءِ ڪريو، هن جي جلد بدلي ٿيندي، يا ڏنڊ پوندس، يا موقوف ٿيندو يا قيد ۾ پوندو.

ٻئي واڻيا گڏ: شل ائين ٿيندو، شل نڪري ويندو.

ٻئي مسلمان گڏ: خدا ڪري ته جلد وڃي، ملتان وڃڻ کان اڳ اسان کي قيد ۾ موڪلي.

مياں صاحب: هاڻي لاهيو گوڙ، وڃو، وڃو.

هڪ واڻيو: سائين، هيءَ مصري پنڇن جي....

مياں صاحب: مون کي ڪانه گهرجي، آءٌ رشوت ڪين وٺندو آهيان، ڪٿو.

ٻيو واڻيو: سائين، اسان جي رسم آهي، اسان جو دستور آهي. اها رشوت ناهي، حاڪم کي مان ڏنو آهي.

مياں صاحب: مون کي مصري ڪانه گهرجي، ڪو روڪ پئسو هجيو ته ڪٿي آنهيءَ جي بدران ڏيو. آءٌ اڄ وڃڻو آهيان، مصريءَ جي گند بڌي ته ڪين کڻندس؟

ٽيون واڻيو: صاحب سچ ٿو چوي. ياني، ڪيڏو جيڪي اٿوَ؟ (رپيا گڏ ڪري ٿو. ڪو ٻه، ڪو چار ڏئي ٿو. سڀ چاليهه رپيا گڏ ٿين ٿا). سائين هتي ته چاليهه رپيا گڏ ٿيا، حاجر آهن.

مياں صاحب: چڱو، جيڪي ٿيو. (وٺي ٿو) هاڻي اوهان کي موڪل. جي مصري موٽائي نيندي ٻار لڳيوَ ته ٻاهر منهنجي نوڪر کي ڪٿي ڏجو. (اتي نوڪر خانو اندر اچي ٿو.)

خانو: سائين، ٻاهر پنج-ڏهه ماڻهو ڪاغذ هٿن ۾ کنيو بيٺا آهن. چون ٿا ته عريضيون آهن، فرياد پيا ڪن.

مياں صاحب: ڪيڏين، خدا جي واسطي. تون ته وڃي عريضيون گڏ ڪري، مون کي آڻي ڏي ۽ کين چؤ ته پاڻهي جاچ ٿيندي، پوءِ ڏڪي ڪيڏين،

مون کي کپائين نه. (نوڪر ٻاهر وڃي، عريضيون گڏ ڪري آڻي ڏئي ٿو. پوءِ واڻين کي چوي ٿو)

خانو: هيڏي پائي، هيڏي اچو ته ٿالهه لاهي ڏيانوَ. (هنن ڪان ٿالهه وٺي وڃي ٿو. سڀ ٻاهر نڪري وڃن ٿا.)

ميان صاحب: (اڪيلو) توبهه، ..تو ئي ڪاٿي وياءِ وري ٻي جماعت ٿي آئي. ڪيتري نه دانهن آهي هتي جي ڪامورن تي! مون پاڻيو ٿسي ته چڱا ماڻس آهن، پر وڃي ڪڏهن پون، منهنجو چاءِ، ڪتن جهڙ ڏند، گڏهه جو ماس، ٻاڻهي پيا پٽيندا ۽ ڪائيندا. (عريضيون ڦاڙي اڇلائي ٿو.) ويچارا پاڻين ٿا ته ڪو گورنر يا ڪمشنر اچي لٿو آهي. مون کي حيرت آهي ته انهن جا بالا آفيسر هن پاسي ڪين ايندا آهن ڪيئن؟ جو هيڙي واويلا هتي ورهين کان هلندي پئي آئي آهي! (ٿورو ماٺ ڪري ته مختيارڪار تڪڙو تڪڙو سهڪندو اندر اچي ٿو. گيٽر ٻه چڙهيا پيا اٿس.)

مختيارڪار: سائين، متان انهن ڪوڙن جي ڳالهه تي لڳا آهيو. مون کي پنهنجي خدا جو قسم آهي، ڪلمو شاهد آهي ته مون هنن کي ڪي ٻه ڪين ڪيو آهي. ناحق مون تي دانهون ٿا ڪن. آهي فسادي آهن. (هيڏي هوڏي ڏسي، پٽڪو لاهي، ميان صاحب جي پيرن تي ڪري پوي ٿو) سائين منهنجي آبروءِ ڏي ڏسي، منهنجو پردو رکي.

مِيان صاحب: (ٻاهن ڪان وٺي اتاريس ٿو) هي ڇا، هي ڇا؟ اٿو، پٽڪو ڏڪيو. هتي ويهو. (مختياڪار پٽڪو ڏڪي، وڃي ڪرسيءَ تي ويهي ٿو).

مختيارڪار: هنن ڪافرن ۽ هنن لچن جي چئي تي مون کي نقصان نه پهچائجو. منهنجي پينشن ويجهي آهي. ٻچاڙيءَ ۾ منهنجي آبروءَ کي ٽڪو نه لڳي. سائين چڱيءَ طرح تعلقي ۾ پڇا ڪري. رنون زالون به چونديون، ته آءٌ خدا ترس آهيان. ڪڏهن وقت به نماز جو نه گسايان، هميشه تسبيح منهنجي هٿ ۾. مٿان رنن جون ڳالهيون اوهان کي هدايون ڏجن، سو سائين خيال ڪري، مون کي ٽي گهر آهن، جن مان چار پٽ، ٽي نياڻيون اٿم. پيو ڇا گهرجي؟ هتي ساڻ ناهن ته حرڪت ڪاهي، اوڍر سوير موڪل وٺي ٻوڻان ٿي ايندو آهيان. پوءِ ڀلا اهڙو ڪارو منهن ڪيئن ڪندس؟ رشوت جو به ڪوڙ اٿو! ڪوڏي به حرام آهي. 'هندو کي ڳانءِ، مسلمان کي سوئر.' هتي جي ماڻهن جي سائين کي خبر ناهي، جيڪو نئون حاڪم ڏسن، تنهن وٽ دانهين ٿيندا آهن. جي ماڻهن جي چئي اسان ڪامورن جي بيعزتي ٿيندي يا بدلي ٿيندي ته سرڪاري ڪم ڪيئن هلندو؟ جيڪو ڪامورو ايندو، تنهن تي پڪاري ٿيا بيٺا هوندا. سائين پوريءَ طرح پڇا ڪري، پوءِ جيڪي وڻيو، سو ڪريو.

مِيان صاحب: اوهين سچا هوندؤ ۽ هو ڪوڙا

هوندا، پر هو به ڪٿي ٿوري ڪي گهٽو ڪندا هوندا، 'تيليءَ مان بنائي ٿنڀ ڪندا هوندا'؟ ڏيان ڪريو ايترو رنج ڪٿڻ به چڱو ناهي. سرڪاري عملدار هڪڙا پين جي مٿان آهن، مٿان اهڙيون دانهون پڏي ڪو نقصان نه پهچائينو.

مختيارڪار: سائين اهو بيشڪ آهي، اوهين پردو رکندؤ. اوهين سا چڱي رپورٽ لکو، باقي پين جي اسان کي پرواهه به ڪانهي. (اتي خانو اندر اچي ٿو.)

خانو: سائين، مختيارڪار صاحب جي ماڻهن آٽ تيار ڪري بيهاريا آهن. هاڻ خانصاحب پاڻ به آيو آهي.

ميان صاحب: چڱو، تڏهن سامان ڪٿي پڏ ۾ تيار ٿيءَ. (هو نڪري وڃي ٿو.)

مختيارڪار: تڏهن سائين، سچي پچي اوهين سنبرو ٿا؟

ميان صاحب: هائو، آءٌ رڳو اوهان جي اچڻ تائين سيڙيل هوس. مون کي منجهند واري گاڏيءَ ۾ ضرور وڃڻو آهي. اسٽيشن به ڦهر جو پنڌ آهي، جڏهن ڪ پهچجي! سويرو وڃون ته چڱو آهي، انشاء الله ٻئي- ٽئي ڏينهن وري ايندس. وري اچي به- چار ڏينهن رهندس.

مختيارڪار: سائين ٻي- ٽي ڏينهن هاڻي به ٽڪو ها ته اسان کي خدمت ڪرڻ جو وجهي. ملي ها اسان سائينءَ جي لاءِ ڪي به ڪين ڪيو آهي. پر جي تياري آهي ته اسين به سڀ سائينءَ جا همرڪاب آهيون؟

ميان صاحب: نه سائين، نه. ائين نه ٿيندو. آءٌ اهڙي ڍنبلي سان نه هلندو آهيان. آءٌ اڪيلو هلان، اڪيلو رهان. هتي به اوهان جي خاطر ٽڪيو آهيان.

مختيارڪار: آها مون کي خبر آهي، اوهان جي ڀلائي. جيڪا سائينءَ جي مرضي، اسين سڀ هر طرح حاضر آهيون.

ميان صاحب: (آٿي سنبري ٿو) خانصاحب! اوهان ڪالهه مهرباني ڪري، به سؤ رپيا اُڌارا ڏنا آهن. انشاءالله، آءٌ موٽي ايندس، پوءِ اوهان کي اچي ڏيندس، انهيءَ وچ ۾، جي منهنجا پئسا اچن ته رکائجو. پوسٽ ماستر کي به سمجهائي ڇڏيو اٿم.

مختيارڪار: دلجاءِ ڪريو. متان انهيءَ وچ ۾ سائينءَ کي وڌيڪ گهرج ٿئي، ته به رکو حڪم ڪرڻ جي دير آهي.

ميان صاحب: تڏهن ڀلائي اوهان جي. پنج - آٺ سؤ پيا به اُڌارا ڏئي سگهو ته ڏيو. پوءِ گڏي ڏيندس.

مختيارڪار: بيشڪ. (وڃي ٿو. هلندي پنهنجي منهن چوي ٿو) پئسا پلي وٺي، پر اها ملامت مٿي تان لڙي. پئسا اهي به ٻاهران آيا آهن. اهي ويا ته وري پيا ٿيندا. 'داتا ديني والا'. (نڪري وڃي ٿو، وري جهٽ ۾ موٽي اچي ٿو، هٿ ۾ نوٽ اٿس) اجهي سائين. (ڏئي ٿو.)

ميان صاحب: خانصاحب، توهان جو گهڻو احسان. (نوٽ وٺي، بغل ٿيلهيءَ ۾ وجهي ٿو.) هاڻ خدا حافظ،

وري ملنداسين. ٽئين ڏينهن اسٽيشن تي اٺ وري بيهارجو.

مختيارڪار: حاضر سائين. (ٻئي هلن ٿا) پر سائين مهرباني ڪري رپورٽ چڱي لکجو. جيڪا ڀلائي پڇي سگهيو سا ڪجو.

ميان صاحب: خانصاحب، دلجاء ڪريو (ٻئي وڃن ٿا.)

## پردو پنجون

### مختياڪار صاحب جي اوطاق جو ايوان

(مختيارڪار ۽ زميندار قادربخش ۽ اسڪول ماستر ويٺا آهن.)

مختيارڪار: خدا ڪيو في الحال ته خوش ٿي روانو ٿيو. وري آيو ته به ايترو ڏپ نه ٿيندو.

زميندار: چڱو ٿيو، سائين مُهت ٿيو. اوهان جي اقبال سان خير جي گذري، پوءِ به گذري ويندي.

مختيارڪار: پر هنن ڪوڙن، حرامخورن، ڪافرن جو ڪي حال ڏٺو؟ مهل تي دغا ڏيڻ وارا آهن ڪي نه؟ (ڏند پيڙي پوي ٿو) ڏس ته ڪهڙيون نه پورٽيون ٿو پڙهايان- (ماڻهو سڏي ٿو) اي، آهي ڪو، نائڪ، پٽيوالا؟ (پٽيوالو ڊوڙي اچي ٿو.)

پٽيوالو: حاضر سائين.

مختيارڪار: اي، وڃي ڊوڙ پائي، مُکي ۽ بين پنچات وارن کي وٺي اچ. تڪڙ ڪري، گهڻي جلد وٺي اچين.

پٽيوالو: حاضر سائين، (نڪري وڃي ٿو.)

اسڪول ماستر: ڏاڍا نالائق آهن. وقت بـوقت بـہ ڏسن! پر سائينجن جي اقبال سان سڀ خير ٿيو.

مختيارڪار: چا ٿيو، پنهنجو منهن ڪارو ڪيائون. ڪتن وانگي پوڇڪي هليا ويا هوندا. ماڻ پـلي اچن تہ سيني جون ٿو مڇون پٽيان. وري هنن شيطانن جي ڏس، مسلمان ٿيا آهن؟ پر اها حرامپائي مڙئي انهيءَ ڪوپالي جي آهي، اها حرڪت مڙئي انهيءَ پوهوءَ ۽ انهيءَ ڪوپلي ڊولي جي آهي! پلي اچن تہ تماشو ڏيکاريان. پر خدا جي مهربانيءَ سان جيڪو آفيسر پيو ايندو، سو منهنجي گوڏي هيٺان رکيو هوندو. پريندي جڏهن وتس ويس، تڏهن ”اذاجاءَ“ جي سور پڙهي ويس. نيٺ فتح ٿي نہ؟ منهنجي آزمايل آهي.

زميندار: سائين، خدا سڀ سولي ڪندو. اوهان جي دشمن جو ڪارو منهن ٿيندو ۽ اوهان جي سوڀ ٿيندي. پلي پيا دانهو ڪن. اميد آهي تہ سائينءَ کي اضافا ملندا، سائين ڊپٽي ٿيندو. اسين سڀ ڏسي خوش ٿينداسين، پيو قلندرن جي پٽيان ڪئين ڪتا پيا ڀؤنڪن.

مختيارڪار: اها ڳالهہ برابر آهي. پر وري ماڻهوءَ کي وقت بيوقت سڃاڻڻ گهرجي. (اتي پٽيچات جا واٽيا اچن ٿا.)

مختيارڪار: اچو سيٺئو، پلي آيو، ويهو.

واٽيا: (سلام ڪري، گلم تي ويهن ٿا.) سائين، سلامت هجو. سائين خوش آهيو؟

مختيارڪار: چڱا خوش آهيون. پوءِ ٽيو ڪارو
منهن، ڪي نہ اچا؟ ڪاڏو ڪٽن جي ڪرفتي، ڪين
اچا بہ ڏاڙهي اٿو؟ (چڙي، زور سان) ڪافر! اوهان
جو مٿو ڦري ويو آهي، مون تسي ٿا دانهون ڏيو؟
اوهان ڀانئيو تہ منهنجي نوڪري ڪسي وئندو؟
منهنجي نوڪري ڪا انهيءَ جي هٿ ۾ هٿي چا؟
اهو بہ اهڙو سرڪاري نوڪر جهڙو آءٌ آهيان. ڪٿي
بہ-تسي رهيا وڏيڪ ملندا هوندس. اهڙا خدا گهريو
آهي تہ سپائي مون کي بہ ملندا. آءٌ اهڙي عهدي تسي
ٿي سگهان ٿو. دانهون ٿا ڪريو: تہ ڦري ٿو، گاريون
ٿو ڏئي، ماري ٿو، هٿن ٿو ڪري، هونءَ ٿو ڪري.
پوءِ چا ٿيو؟ 'ڪارو منهن ڪتي جو، رب اوتري
جي اوتري'. خوش ٿي ويو يا نہ؟ ڏسو تہ سگهو ئي
منهنجو پگهار وڌي ٿو نہ؟ "بدلي ٿئي، بدلي ٿئي."
آءٌ اچا بہ بہ-چار ورهيہ پيا اوهان جي 'آرهہ تي مڳ
ڏرينددس،' اوهان جون مڇون پٽيندس، اوهان کي
جبل ۾ وجهندس، پوءِ ويندس. 'ويهن ٿا درياءَ جي
ڪپ تي، وجهن ٿا واڪن سان وير! پلي هاڻ
انڪم ٽئڪس جا ڏينهن اچن. اڳي اوهان تسي مون
کي ڪو قياس ايندو هو، هاڻ ويٺا تماشو ڏسو.

واڏيا: (ڊپ ۾، هٿ بڌي) سائين، اسان ڪان ٿي،
اسان کي معاف ڪريو.

مختيارڪار (وڏيڪ زور سان) چڱو معاف ڪندس.
آءٌ ٿو ڦريان يا اوهين ٿا ڦريو؟ غريب چٽن کي

ڦري ڪٿي چٽ ڪيو اٿو . رهڻ جي شئي چئين رهڻين
پيا وڪڻو. غريبن جا جهڳائي ناس ڪري ڇڏيا اٿو :
اٿو خراب، گيهه خراب، کير ۾ پاڻي، ساهميون ڪوڙيون،
وٽ ڪوڙا، ماڻ ڪوڙا. هاڻ پلي رکو اهڙو وڪر،
ڏسو تماشو. هاڻ پلي بازار جي وچ ۾ ڪتولا وجهي
ويهو ۽ چلمون ڪڍي رکو. پلي پاڻي هاريو، پلي
پيشاب ڪريو. اهي اوهان جون واڇائيون نه ڪڇهريءَ
۾ رلايم ته شرط آهي.

زميندار: (واڻين ڪي) پاڻي، اوهان ڪي به ابتري
ڪرڻ نه گهربي هئي، سرڪاري ڪامورن جي نالي
ڪا اهڙي ڪجي؟

واڻيا: سائين، اسين اندر جي باهه سانڍي نه
سگهياسين، پر هاڻ پڇتاياسين. هاڻ اسان کي معافي
وٺي ڏي. (واڻيا اٿي مختياڪار کي پيرن پون ٿا.)

مختيارڪار: (پير پري ڪري ٿو.) اوهين دلجاء
ڪريو، آءٌ چڱي رت ڪندس. نڪرو، نڪرو،
مون کي چيڙائيو نه........(هو وڃن سوڙها پوندا)
پٽيوالا! پٽيوالا! ڪڏ هنن ڪوهلن کي، ڪڏ هنن
ڪافرن کي، ڪڏ ڪڏ. (پٽيوالو اچي سيني کي ڌڪي
ڪڍي وڃي ٿو.)

زميندار: سائين، هاڻ پڇتايو اٿن، وري اهڙو ڪم
نه ڪندا. (اتي پوليس انسپيڪٽر ۽ چيف ڪنسٽيبل
اچن ٿا.)

انسپيڪٽر: (ڪلي) سائين، سک سان گذري.

مختيارڪار: هتي ڪڏهن ڪا خرابي ٿي آهي؟ هميشه سک سان گذرندي آهي، وري به اڇتو آهي، ٿي ٿي ڏينهن. پر هنن پنهنجن واٽين جو ڪي رنگ ڏنو؟

انسپيڪٽر: سائين، ڏاڍا نالائق آهن. هنن جو هميشه اهو ڪم آهي. منهن تي خوشامد ڪن، پر پٺ ڪاڙهن جي گلا ڪن. صاحب وڏان موٽندي مون کي مليا هئا. مون به خوب گاريون ڏنيون ٿيمان ۽ جڏهن ڪيون ٿيمان. (اتي سيڪريٽري ۽ ڊاڪٽر گڏجي اچن ٿا، سلام ڪري ويهن ٿا.)

ڊاڪٽر: سائين، واڌائي هجيوَ، آفيسر ته خوش ٿي نڪتو.

مختيارڪار: هائو، في الحال ته خوش ٿي ويو آهي. خوش ته اوهان جي اسپتال سان گهڻو ٿيو. اوهان سڀي مان خوش ٿي ويو.

سيڪريٽري: اهو سڀ سائين، اوهان جو اقبال آهي. اها سڀ اوهان جي تعريف آهي. وري سائين، ڪڏهن ايندو؟

مختيارڪار: لئي ڏينهن چيائين. مون آئن وارن کي حڪم ڏيئي ڇڏيو آهي ته نه مولن، پنڌ گهڻو آهي، اتيئي رهن. پر هاڻ چئو ته گهر جو ڀاتي آهي، پيو ڊپ ڪونهي، مگر وري به اوهين پنهنجي صفائي رکائجو، جو وري به چڱو آهي. (اتي پوسٽ ماستر اچي ٿو، هٿ ۾ هڪڙو خط اٿس.)

پوسٽ ماستر: سائين، خبر ڪا پئي اٿوَ، (ويهي ٿو) اهو انڪوائري آفيسر ڪين هو!

سڀ: ڇا ڇا؟ انڪوائري آفيسر نہ هو؟

پوسٽ ماستر: نڪو نڪو، اهو نہ هو. اجهو هن خط مان ظاهر آهي.

مختيارڪار: ڇا ٿو چئين، ڇا ٿو چئين؟ تو کي سمجهہ نٿي پوي! اهو ڪهڙو خط آهي؟

پوسٽ ماستر: سائين، آهو خط، جو هن پاڻ پنهنجي هٿ سان لکي، ٽپال ۾ ٿي موڪليو. سندس نوڪر پيتيءَ ۾ آڻي وڌو. مون ڪڏي ڏٺو. ڇيم تہ ڏسان تہ ڇا لکيو اٿس. مٿان هٿي جي ڪا ڳالهہ هجي يا تعريف هجي تہ اوهان کي ٻڌايان. اوهان جو تاڪيد هو.

مختيارڪار: مون ماڻهن جي عريضين لاءِ چيو هو.

پوسٽ ماستر: بس، اُنهيءَ مهل مون کي بہ دل ۾ اچي ويو، سو ڪٽي کوليومانس. ڇيم تہ وري بند ڪري روانو ڪندس. خط پڙهي، اجا پڙهان تہ منهنجين اکين جي اڳيان اوندهہ اچي وئي، هٿن مان ئي خط ڪري پيم!

مختيارڪار: پائي، ڪيئن همت جهلي اٿئي، جو هڙئي سرڪاري آفيسر جو خط کوليو اٿيئي، ٻني بہ ڪين؟

پوسٽ ماستر: (کلي) ڇرچو تہ اهو آهي تہ نڪي سرڪاري نوڪر آهي، نڪي آفيسر آهي!

انسپيڪٽر: تڏهن ڇا آهي، ڪير آهي؟

پوسٽ ماستر: الاجي ڪير آهي، ڪهڙي ڪم تي آهي!

مختيارڪار: (ڪاوڙ مان) ڇا ٿو چئين، متو ڇو ٿو ڪائين، اسان سان مسخريون ڪرڻ آيو آهين ڇا؟

پوسٽ ماستر: سائين چڙو نه آءٌ اجهو اوهان کي خط پڙهيو ٿو ٻڌايان. (خط پڙهي ٿو.)

”صاحب مهربان ميان احمد خان سلامت-

سلامن بعد لکجي ٿو ته هن سفر جون جيڪي ڳالهيون آهن، سي آءٌ مختصر لفظن ۾ اوهان ڏي لکان ٿو: هن ڪان اڳي جو احوال، اڳئي اوهان ڏي لکيو اٿم. هڪڙي پٽاڻ سان راند ۾ اڱڪي ويس، سو نامراد منهنجو سمورو ناڻو کڻي ويو، پائي به نالي ڪاڻ نه ڇڏيائين. وري تنبو ٿوپيءَ سان هلڻ به ضروري هو. عيش عشرت، شراب، ڪباب تنهن ۾ اڳيئي پئسو خرچ ٿي ويو. جنهن جاءِ ۾ رهيو پيو هوس ۽ جتي ماني پئي کاڌيم، تنهن جي مالڪ ذري گهٽ جيل ۾ ٿي وجهايم، پرخدا ڪٺي سبب ڪيو: هتي جي ڪامورن ۽ ٻين ماڻهن مون کي ڪو وڏو بالا آفيسر ڪٺي بنايو. ٻڌائيائون ته آءٌ سندن سماءَ لهڻ لاءِ گشت تي نڪتو آهيان، سو هاڻ ڏاڍي سک سان پيئي گذري. سڀڪي موجود آهي. بخت جو تارو لهڻ تي هو، سو وري ايرڻ لڳو آهي. جيترا پئسا اڌارا پئي گهريا اٿم،

اوترا پئي مليا اٿر. هتي جا ماڻهو به عجب جهڙا جانور آهن، عجائبخاني ۾ رکڻ جهڙا آهن. انهن جو بيان جي بڌندؤ ته کلي کلي پيٽ ۾ سور پوندو. پهرين هتي جو، جو مختيارڪار آهي سو.....

مختيارڪار: هي سڀ ڪوڙ آهي، ائين ڪڏهن نه هوندو!

پوسٽ ماستر: (خط ڏيکاري) ڏسو سائين، اوهين پاڻ ڪٿي پڙهو، مون پاڻ ته نه لکيو هوندو؟

انسپيڪٽر: چڱو، اڳتي ته پڙهه.

پوسٽ ماستر: (پڙهي ٿو).

”مختيارڪار، خراساني گڏهه آهي.......

مختيارڪار: صبر ڪر، بيوقوف. ائين ڪڏهن نه لکيل هوندو!

پوسٽ ماستر: سائين، تڏهن اوهين پاڻ پڙهو، يا ٻئي ڪنهن کي ڏيو ته پڙهي.

چيف ڪنسٽيبل: سائين، تنهن ۾ ڇا آهي. ڪوهن جي ڇئي ماڻهو... ٿي پوندو ڇا؟ پلي خبر پوي ته ڇا لکيل آهي. متان ڪا ٻي ڳالهه هجي.

پوسٽ ماستر: (پڙهي ٿو)

”هتي جو، جو مختيارڪار آهي، سو خراساني گڏهه آهي.......

مختيارڪار: (چڙ مان) شيطان! ذري ذري انهيءَ پڙهڻ جو ڪهڙو ضرور آهي؟

پوسٽ ماستر: (کنگهي پڙهي ٿو)

”خراساني گڏهه آهي. اجا پولڙي کي وڏيڪ عقل هوندو. هتي جو پوسٽ ماستر به چرچي جهڙو ماڻهو آهي.

اتي منهنجي بابت به اجايو سجايو لکيو اٿس.

مختيارڪار: نه نه، پڙهه ته ڇا لکيو اٿس؟ پڙهه اهو اجايو سجايو؟

پوسٽ ماستر: تنهن کي سائين ڇا ڪبو. هيٺ وڌيڪ ضروري ڳالهيون لکيون اٿس.

انسپيڪٽر: نه پاڻي، نه. اسان کي سچو خط پڙهه.

پوسٽ ماستر: (پڙهي ٿو).

”هتي جو پوسٽ ماستر آهي هندو، مگر شڪل يهوديءَ جهڙي اٿس. انهيءَ هوندي به جهڙو نه ٻوڪ ۽ احمق ڇنجبي، اهڙو آهي. ۽ هتي جو چيف ڪنسٽيبل ته جيئرو جاڳندو بيل آهي، ڳهائي جو آٽ ڇنجبس ته بجا آهي.... (سڀ ڪلن ٿا.)

اسڪول ماستر: انسپيڪٽر ڪان ٻاڪي چيف ڪنسٽيبل ۽ پوسٽ ماستر آيا آهن؟

انسپيڪٽر: گرو ڪندو ته اسين وسري ويا هونداسينس.

پوسٽ ماستر: اجهي سائين، اوهين به آيا آهيو، پڙهو.

”هتي جي پوليس انسپيڪٽر جي شڪل توڙي هلت اهڙي آهي، جهڙي هندستان جي ڪيرن جي، جيڪي جيسلميرياڻين ڪيرين سان ڏڪڙ وڄائيندا آهن. (سڀ ڪلن ٿا) ۽ هتي جو اسڪول ماستر

ٻڳهه جو ٻڳهه آهي. ٻڳهه ٻڪيءَ وانگي جتي ويهي اتي ڇپ هڻو ويهي ۽ جيڪا سنهڙي مڇي وٺائس لنگهي، سا جهٽ هڻو ڪاڍو وڃي. تنهن کان سواءِ، سندس وات مان ٻصرن جي باس پئي اچي (سڀ ڪلن ٿا). هتي جو ميونسپل سيڪريٽري ته پنهنجي چنبڙ فوڪ ۾ پورو آهي. ڪڙ جي ناري مٿي تي رکيو، پوپٽ وانگي رنگ برنگ جا ڪپڙا ڪيو گهمندو وتي. مطلب ڳالهه جو ته هي ماڻهو اپو جهه، پورڙا ۽ غريب آهن. مهمانداري ۽ مهمانوازيءَ جي لياقت منجهن گهٽي آهي. مون کي گهڻو سکيو رکيو اٿن، تنهنڪري آءٌ سندن گهڻو شڪر گذار آهيان. باقي آئينديءَ زياده سلام.“

مختيارڪار: مس مس خط پورو ٿيو آهي. پر خط ڪهڙي شهر ڏي وڃڻو آهي؟

پوسٽ ماستر: آءٌ خبر ڏي ٿو پوي. (لفافو ڏسي) ”ٽپالخاني جي سامهون“ ايترو سو صاف لکيل آهي، باقي شهر جو نالو صفا ناهي. الاجي ڪراچي، ڪلات، ڪانپور آهي يا ڪيچ پيچ آهي!

(مختيارڪار، انسپيڪٽر ۽ اسڪول ماستر ويجهو ٿي ڏسن ٿا.)

مختيارڪار: ڪاف ته منڍ ۾ اٿس، الائجي ڀو چا آهي؟ ٽڪڙو لکيل آهي.

ماستر: ٽورو ٻنل به آهي.

مختيارڪار: وڃي جهنم ۾ پوي، پر منهنجا

آڻ. ڏهه سؤ رپيا آڏارا وٺي ويو، سي ڪيئن ماندا؟

انسپيڪٽر: مون کان به پ سؤ وٺي ويو!

چيف ڪنسٽيبل: سائين، مون کان به سؤ ورتائين!

سيڪريٽري: مون کان به سٺ رپيا ڇڏايائين!

مختيارڪار: مار، سڀني کي ڦريو اٿس!

ڊاڪٽر: مون کان به پنجاهه ورتائين!

ماستر: سائين، مون کي به نه ڇڏيائين، مون کان به ڏهه رپيا ورتائين!

پوسٽ ماستر: گهوڙا پونس، ڦريو ته مون کي اٿس. سچو هڪ سؤ پهاري ويو! چيائين ته منهنجا پئسا ايندا، تن مان لاهي رکج.

مختيارڪار: هيءَ ڪو دليءَ جو ننگ ٿي ڏٺو. هاڻي ڪهڙي صلاح؟ هٿ ڪجيس ته جيڪر جيل ۾ ڏجيس.

زميندار: سائين، منهنجي سوني مندي لهرائي ورتائين!

انسپيڪٽر: (مختيارڪار کي) سائين، سچ پڇجي ته سڀني کي ڦرايو اوهان آهي. اسان سڀني کي تاڪيد ڪيو ته ڪي پئسا ساڻ رکجو، مٿان گشت ڪندي گهرجي وڃن. ڪنهن کي نه هجن ها ته نه ڏي ها، بچي وڃي ها.

مختيارڪار: مون اوهان کي ڇپو هو ڇا ته سوَ رپين جا ساڻ کڻو؟ هاڻ ڪا صلاح ڪرڻ گهرجي.

انسپيڪٽر: صلاح ڪهڙي آهي. هو هيستائين گاڏيءَ ۾ چڙهي، روانو به ٿيو هوندو. سندس رهڻ جي جاءِ جي به خبر ڪانه ٿي پوي.

چيف ڪنسٽيبل: پيو، جنهن کي سمجهندو هوندو ته هيترن کي پئي ڦريو اٿم، تنهن وري ٽڪيٽ وٺي، يا ناليءَ ۾ ويس بدلائي يا ٻي بندوبست ڪرڻ ۾ دير ڪئي هوندي؟

سيڪريٽري: پائي، پئسا سيني جا ويا!

پوسٽ ماسٽر: پر اوهين سڀ ته وري خلق ڦري، اڌرا پئسا ڪڍي وٺندؤ، مُنس ته آءٌ، جو ٻراوا پئسا مني آرڊر ڪرڻ لاءِ ملم، سي ڏيئي ويٺس! مون کان بيوقوفي ٿي جو رکي، ٻوءِ نه آهس. منهنجي لاءِ، خط ۾ لکيو سچ اٿس، ته مون جهڙو احمق ٻيو ڪونه هوندو.

انسپيڪٽر: ڪنهن جي لاءِ سچ نه چيو اٿس؟ سيني کي چڱا چڱا سرٽيفڪيٽ ڏئي ويو آهي.

چيف ڪنسٽيبل: پر، جي اهو ڏنگو هٿ اچي وڃي ته اڄ ئي هٿڪڙيون ڏئي، بدمعاشيءَ ۾ رجوع ڪري ڏيانس.

ماسٽر: انهيءَ ڀل ته وات ئي سڪي ويو هوو، ڳالهائڻ ئي نٿي نڪتو. هاڻ ته ڏاڍيون اڇلون پا ڏيو؟

مختيارڪار: (قادر بخش زميندار کي) چئبي نٿي قادر بخش تنهنجي، جو پرينڌي اچي اسان ۾ ڦڙ ڦوٽ وڌي ته نانوائيءَ جي دڪان ۾ آفيسر اچي لٿو آهي. جي نه ٻڌائين ها ته ههڙو واقعو نه ٿئي ها!

زميندار: سائين، مون کي ڪهڙي خبر. اوهان ڳالهه ڪئي هئي ۽ اوهان کي گهڻو انتظار هو، مون

ڪي شڪ پيو، تنهن تي مون خيرخواهي ڪري ٻوڙي اچي خبر ڏني.

مختيارڪار: چڱي خبر ڏني، سيٺي جو متو ڪوڙي هلبو ويو. ڪڏهن ته اسان ٻن کي ٽي ڦريو؛ ڪڏهن ته پيو اچي، اسان سيٺي کي ڦري ويو!

پوسٽ ماستر: 'چورن تي مور پيا آهن.'

اسڪول ماستر: اصلي خدائي دستور آهي ته ننڍين مڇين کي وڏيون کائين؛ ڪُڙين کي چرڪا ۽ ننڍين چرڪن کي وڏا چرڪا. اڃا ته مانگرمڇ پيا هوندا، جي ٻڙائي غرق ڪيو ڇڏين!

مختيارڪار: (انسپڪٽر ۽ چيف ڪانسٽيبل کي) هاڻ اهي ڳالهيون ڇڏيو. اميد ته ڪانهي، ٻر وري گهوڙا ته ڊوڙايو، ساءِ ته وٺو، من ڪو پتو پوي ٻه!

(اتي هڪڙو اردلي سوار، ٻريس ۾ او چتو لنگهي اچي ٿو.)

اردلي سوار: جناب ڪمشنر صاحب بهادر جيڪو انڪوائري آفيسر نئون مقرر ڪيو آهي، سو اچي منزلگاهه واري بنگلي ۾ لٿو آهي. مختيارڪار صاحب کي گهرايو اٿس.

(هيءَ خبر ٻڌي، سيٺي حيران ٿين ٿا ۽ ڊپ ۾ هيڏي هوڏي ڊوڙن ٿا: ڪو چوي ٿو ته "جنت ٿي!" ڪو چوي ٿو ته "خدا خير ڪري!" ڪو چوي ٿو ته "سچي پچي بلا آئي." انهيءَ گڙٻڙ ۾ پردو ڪيري ٿو.)

